# اک
# هيءَ
# ڌنيہ آهي !



نريندر مودي

انواد : ديوي ناگراڻي

अखि हीअ धन्य आहे !

नरेन्द्र मोदी

अनुवाद : देवी नागराणी

# अखि
# हीअ
# धन्य आहे !



नरेन्द्र मोदी

अनुवाद : देवी नागराणी

# اک هيءَ ڌنيہ آهي!

(ڪويتا سنگره)

گجراتيءَ مان هنديءَ ۾ انواد ٿيل
67 ڪويتائن جو سنگره

ليکڪ :
**نريندر مودي**

انواد :
**ديوي ناگراڻي**

**AKH HIA DHANYA AAHE !**
(Collection of poems)

First Edition : 2017
Copies : 500
Price : Rs. 400/-



ISBN No. : 978-93-86048-51-6

GS Publisher Distributors
F-7, Gali No. 1,Panchsheel Garden
extn, NAVEEN SHAHDARA
Delhi-110032
(M) 9971733123

Type Setting & Printing by :
**SCAN COMPUTERS**
3, Radheyshyam Apartment,
Patia, Naroda Road, Ahmedabad-382340.
Phone : 30246776 (M) 9327007002

AKH HIA DHANYA AAHE ! : A collection of poems written in Gujarati by **Shri Narendra Modi,** The Respected Prime Minister of India.
Translated by : Devi Nangrani

امڙ سرسوتيءَ جي
ساڌنا جي
سريشٽ پشپ سمان
پنهنجي
ماترڀاشا کي...

**نريندر مودي**

## ڀوميڪا

''اک هيءَ ڌنيہ آهي!''

ڀارت جي پرڌان منتري شري نريندر موديءَ جو هيءُ ڪاويہ سنگره سندن سنويدنشيل من جو اظهار آهي، جنهن جو سنڌي ٻوليءَ ۾ انواد ڪرڻ جو مونکي موقعو مليو آهي. ظاهر آهي تہ اِها خوشي هن سنگره ۾ شامل رچنائن کي پڙهندي ٿي، جڏهن انهن جي سوچ شبدن جو سينگار ڪري سامهون آئي. شري نريندر موديءَ جي ويچارن ۽ رچنائن جي ماڌيم وسيلي هڪ سنت-وِرتيءَ جو ڀُڃاءُ بہ محسوس ڪيو... جيئن،

ديهہ جو ڪم ديهہ ڪري ٿي
من ڪري ٿو من جو ڪم

قدرت جي هر ڪنڊ تي سندن وياپڪ نظر سفر ڪندي هڪ بندوءَ تي اچي پنهنجو نِڪاڻو پائي ٿي.

ايشور ۽ شيطان جي وچ
مان تہ آهيان بس اِنسان
منشيہ ٿيڻ ئي آهي وڏي ڳالهہ

انهيءَ مانوتاواديءَ جي منوڀل جي آڌار تي سنت-وِرتيءَ کان وٺي ڪرم-يوگي بڻجي، پنهنجي شڪتيءَ انوسار پريشرم سان ڌرتيءَ ۾ سپنن جا ٻج پوکڻ وارو نريندر مودي ڪنڊن جي پرک ڪرڻ کان سواءِ، جيون جي اگني پٿ تي هلندي هڪ سُگم-سرل رستو ورتو آهي. اهڙي جيون جو ڀيد ڄاڻڻ وارو ڪو ساڌو ئي هنن رچنائن جو نرماتا ٿي ٿو سگهي. هنن جي شبدن جي سارٿڪتا هن گيت ۾ ليئو ٿي پائي.

وندي ماترم
هيءُ گيت نہ آهي
هيءُ پنهنجي آن، بان ۽ شان آهي.

اهڙي بلند سوچ ۽ ديش لاءِ ڪجهہ ڪرڻ جو جذبو پرشارٿ جو هڪ

انگ آهي. پنهنجي ڪُلهن تي بار کڻي ۽ انهيءَ ڪرتويه پالڻ جي منوڪامنا، ديش لاءِ پيار، صدق-صبر ۽ شردا جي نشاني آهي. اِها شردا ئي ته آهي جا ديش کي ماءُ جو درجو ڏيندي، ان جي مان-سمان برقرار رکڻ جي جدوجهد لاءِ دل ۾ هڪ باهه جي چڻنگ کي قائم رکڻ ۾ ڪارگر ثابت رهي. هن سنڪلپ کي شبد جو روپ ڏيندي شري مودي جي لکن ٿا -

ايڪتا،سمتا ۽ ممتا کي
اسان اُدم سان سنڀاليندا سين
اسين اُجالو ڦهلائيندا سين.

ڪويتائن ۾ سونهن-شوڀا ماتر ناهي پر، هر ڪنڊ تي سندن وياپڪ نظر پئي آهي. ڪٿي ڏسن ٿا ندي... ورشا ۽ سنڌيا جو سُرور، ته ڪٿي وڻن-ٽڻن-پنن تي ويهي ڪوڪ ڪندڙ ڪوئل جي ڪوڪ هنن جي ڪلپنا کي مڌر ٿي بڻائي... سا سندن اکرن ۾ پڙهندي ''گل مثل وڪاس ڪري خوشبودار ٿيندا آهيون اسين.''

قدرت جي وسنار ۾ ٿيل قتل ڪال آڻيندڙ 'سُنامي' جو ذڪر، ڪيتي ٻاڙي ڪندڙ ڪِسانن جون دشواريون، اڪال، ٻوڏ تي انهن جي ڀاونائن جي ڪاويه سريتا اِهو ئي درج ڪري رهي آهي، نه ڪيس پنهنجي ماترڀوميءَ سان ڳنڍوڳنڍ ڪنڌ ڪڙڇ ۾ ديش جي وڪاس لاءِ ڪم ڪندڙ ماڻهن جي به اون آهي. 1947 ۾ ورهاڱي جو دؤر به اُليک ۾ آيل آهي، ان جي پيڙا اڄ به من مان رت ڦڙا ٿي وهي ٿي، جاڪاڻ جو اهو ديش جو ورهاڱو نه هو، پر مانوتا جو ورهاڱو هو، جنهن جو هڪ چيڙو هِتي آهي ته ٻِيو هُتي. ڪٽنب قبيلا وڇڙي ويا، مائٽ اولاد کان جدا، زمين کان ڌار ٿي بي‌وطن ٿي دربدر ڀٽڪيا. وري ڪارگل جي هر چوٽيءَ تي بم گولن، بندوقن جي گونج اڄ به ذهن تي اُڪري ٿي اچي. فوج جي جوانن جي رت سان رڱيل ڌرتي اڄ به جيون جي اندرڌنشي رنگن کي بي رنگ هئڻ کان بچائي سونهن بخشي رهي آهي.

آزار جهڙي زندگيءَ ۾ امرتا کي محسوس ڪرڻ به هڪ وردان



آهي جنهن جي سک دک جي انيوتيءَ کي خود موديءَ ''پل ٻن پلن جي مايا'' ڪري ڪوٺيو آهي.

سموري ڪائنات کي پنهنجي آغوش ۾ ڀرڻ وارا ايڪتا جي سوتر ۾ انيڪتا جا داڳا پوئيندي، دوست-دشمن، اوچ-نيچ جي ڀيد ڀاوَ کان پري اکين ۾ هڪ سپنو سجائين ٿا، جتي ڌرتيءَ تي خوشحاليءَ جي ساوڪ ۽ آڪاش ۾ تارن جون قطارون ٿا ڏسڻ چاهين ۽ ساڳ ۾ پگهرجندڙ برف سمان وهندڙ نديءَ جي وهڪري ۾ سمايل سچائي-سقلام ٻڌڻ ٿا چاهين.

شري موديءَ جي رچنائن جو نيڙ گذريل ڪال ۽ ايندڙ ڪال جي وچ جي تَندُ آهي. ديش ۽ ديش واسين جي لاءِ جي سپنا هنن ڏٺا هئا ''پارهين دِشا'' (ڪويتا 67) ۾ انهن سپنن جي ساڪار ٿيڻ جو رهسيه سمايل آهي. گهڻو ڪجهه ڏکيو آهي پر ناممڪن ڪجهه به ناهي. اهڙي شدت ڀريل آشا کي توجهءَ سان فلڪ تائين وٺي وڃڻ جي مهارت شري نريندر موديءَ جي جذبي ۾ آهي. شايد انهيءَ ڪري پنهنجي آخري ڪويتا ۾ هئڻ ۽ نه هئڻ جي وچ واري سير ڏانهن اشارو ڪندي لکن ٿا -

مان ڏسندو رهندو آهيان، هرروز
ناهِه انادي، ناهِه انيت
فقط اڄ جي پل سان ڇتيل
نه ئي ڪا رسم، نه ئي ڪا ريت
نشبد موت ٿئي ٻالهائڻ جهڙو
ڏهن ئي ڏِسائن جو هن پار
پارهين ڏِسا ۾ وڃي سنگيت...!

2014 ۾ ڊا. انجنا سنڌير 'آنک يي ڌنيه هئہ' جو هنديءَ ۾ انواد ڪيو ۽ مونکي هڪ ڪاپي سوکڙيءَ طور موڪلي ڏني ۽ فون تي ان جو سنڌي انواد ڪرڻ جو انروڌ پڻ ڪيو.

اِهو انجنا جو آتم وشواس هو مون تي
جيئن شري لليت اگروال جو هو هن تي.

هنن ڪويتائن جو ڪيل انواد هن جي انروڌ جو پرتيفل آهي ۽



هڪ ديش پريمي ساڌڪ، اسانجي ڀارت ديش جي پرڌان منتري شري نريندر موديءَ ڏانهن منهنجي سدڀاونا جو پراروپ آهي، هندستان جي لاءِ پيار ۽ شردا آهي - جو مان به ورهاڱي جي دؤر مان گذري، سنڌ مان پلجي وري هند ۾ پوکي ويئي آهيان. اڄ مان ڀارتواسڻ هئڻ جو گؤرو من ۾ محسوس ٿي ڪريان.

ڀاوَ ۽ ڀاشا ۾ تالميل قائم رکڻ جي ڪوشش ۾ مان ڪيتري قدر ڪامياب ويئي آهيان چئي نٿي سگهان. ها، اڄ ڀارت کان ست سمنڊ پارهتي وديش ۾ ويهي هي انواد ڪندي ايترو چئي ٿي سگهان ته انواد جو ڪم راشٽر سيوا جو ڪم آهي ۽ ڪرڻ وارو انيڪ راجين، ديشن، ويچار ڌارائن ۽ سنسڪرتين جي وچ جي 'پُل' بڻجي هر حد کي اورانگهي ٿو وڃي. انهيءَ ڪري ئي انواد اسان کي راشٽريه ئي نه پر انترراشٽريه به بڻائيندو آهي. ٻولين جي حدن کي ٽوڙيندڙ هيءُ انواد اسانجي وراثت آهي. اسين ڀارت ديش جا، ڀارت ديش اسانجو ۽ هيءُ اسانجي پرڌان منتري شري نريندر موديءَ جون رچنائون سنڌيءَ ۾ توهانجي هٿن ۾...!

مان ڊاڪٽر هوندراج بلواڻيءَ جي هميشه ئي ٿورائتي رهي آهيان جو هن جي سهڪار ۽ نشٺا جي ڪارڻ منهنجا سنڌي ڪتاب انواد جي روپ ۾ توهان تائين پهتا آهن. سندس ڪيل نظرثانيءَ هر سنگره وانگر پرڌان منتريءَ جي هن ڪتاب کي به سونهن بخشي آهي... تهدل سان هن جي شڪرگذاري ٿي مڃان.

اسڪين ڪمپيوٽرس جي شري ديپڪ لالواڻيءَ ۽ دليپ لالواڻيءَ جي به ٿورائتي آهيان جو وقت جي اندر هيءُ ڪتاب پورو ڪري توهان جي هٿن ۾ ڏنو آهي.

توهانجي پنهنجي
**ديوي ناگراني**
26 January 2017
dnangrani@gmail.com



## پيش لفظ

سموري دنيا جي هر خاص ۽ عام آدميءَ ڀارت جي پرڌان منتري شري نريندر موديءَ بابت پنهنجي پنهنجي نظريئي سان پنهنجا ويچار ظاهر ڪيا آهن. سندن ساراهه ڪئي آهي. سندن جيون جي گهڻن پهلن تي پنهنجو رايو قائم ڪيو آهي؛ هنن جي شخصيت جو هڪ اهم پهلو آهي سوڪيم درشٽي داتا ۽ هڪ سنويدنشيل ڪوي هئڻ. ماترڀاشا گجراتيءَ ۾ هو ڪويتائون/ رچنائون لکندا آهن، جن کي پڙهندي سندن شخصيت جون گهڻيون دريون کلنديون آهن. گجراتي ڀاشا ۾ سندن ڪويتائن جو سنگره ''آنک آ ڌنيه چي'' (آنک يي ڌنيه هئہ) سنه 2007 ۾ ڇپيو هو. جنهن ۾ سندن 67 ڪويتائون ساڻ سهڻيون تصويرون پڻ ڇپيل آهن جي من کي موهين ٿيون.

چست پترڪار هئڻ جي ناتي منهنجو پريچيه شري نريندر موديءَ سان ان وقت کان آهي جڏهن هو ڦهرئين ڀيري ڪشمير ۾ جهنڊو ڦهلائي موٽي رهيا هئا ۽ احمدآباد جي ايم.جي. لئبرريءَ جي بيسمينٽ ۾ ڀارتيه جنتا پارٽيءَ جي طرفان هڪ وشيش ميٽنگ جو آيوجن ڪيل هو، جنهن ۾ شهر جي اهم ودوانن، ليکڪن ۽ ڪن نالي‌رن پترڪارن کي سڏايو ويو هو. هن ميٽنگ ۾ ڀارتيه جنتا پارٽيءَ جو سينئر نيتا لال ڪرشڻ آڏواڻي، گجرات مان ايم.پي. شري هرين پانڊ ۽ بي.جي.پي. جا ڪاريه ڪرتا شامل هئا. جنهن ۾ شري نريندر موديءَ، جوان ڪاريه ڪرتا جي پٺي نپري ويئي هئي. هن ميٽنگ ۾ مونکي به ليکڪ ۽ پترڪار جي روپ ۾ نينڊ آيل هئي. سنه 1995 ۾ شاديءَ کانپوءِ مان آمريڪا هلي ويئي هئس. انهيءَ وچ ۾ موديءَ جو راڄنيتڪ جس وڌندو رهيو ۽ هو گجرات راڄيه جا مکيه منتري بڻيا.

مان آمريڪا مان هر ٻن سالن کان پوءِ يارت ايندي رهيس. هر ياترا ۾ تہ خير خواهي ملاقات ضرور ڪندي هيس ۽ آمريڪي هندي ساهتيہ جا جيڪي منهنجا سمپادن ڪيل پستڪ هوندا هئا، اهي مان کين ضرور سوغات جي روپ ۾ ڏيندي هيس. هو منهنجي ڪم جي ساراهہ بہ ڪندا هئا.

نيويارڪ ۾ ڪولمبيا وشو وديالیہ ۾ وديشي ڀاشا جي روپ ۾ هندي پڙهائيندي پڙهائيندي فلمي گيتن جو استعمال ڪري هندي سيکارڻ جي مون هڪ نئين ريت ڳولهي ۽ هڪ ڪتاب لکيو. Learn Hindi And Hindi Film,Songs چاڪاڻ جو وديش ۾ وديارٿين کي شاستري ڀٽجي هندي نٿي سيکاري سگهجي. هيءُ نمونو ڪارگر ثابت ٿيو. ڇو جو اسانجي فلمي گيتن ۾ ڀاشا، ماحول سان گڏوگڏ وياڪرڻ بہ آهي. جيئن تہ-

''سؤ سال پهلي مُجهي تُمسي پيار ٿا

آج ڀي هئہ اور ڪل ڀي رهيگا.''

هنن ٻن سٽن ۾ ٽي ڪال ٿا اچن :

ورتمان ڪال : تا، تي، تي Present Tense

ڀوتڪال : ٿا، ٿي، ٿي Past Tense

ڀويشيہڪال : گ، گي، گي Future Tense

ٿا هئہ اور رهيگا يعني Was Is and Will

بلئڪ بورڊ تي ٽي خاڪو ناهي جڏهن گيت ٻڌائيندي هئس تہ ڪلاس جا ٻار خوش ٿي سؤلائيءَ سان ٽينسز Tense/ڪال سکندا هئا ۽ گيت بہ سانڀيءَ ريت ڳائيندا هئا.

''ميرا جوتا هئہ جاپاني، يي پتلون انگلستاني

سر پي لال ٽوپي روُسي، ڦر بہ دل هئہ هندستاني.''

هن گيت ۾ راشٽريتا سوچڪ شبد ايندا آهن، جيان مان جپاني، انگلستان کان انگلستاني، روس مان روسي ۽ هندستان مان هندستاني.



وديش ۾ وسيل اسانجي نئين ٽهيءَ جا ماڻهو گيتن جو گهڻو آنند ماڻيندا آهن پر انهن کي هنن گيتن جي مطلب جي خبر نہ هوندي آهي. انهيءَ مقصد سان ''آئو سيکين هندي و هندي فلمي گيت.'' اُٽي جي.آر.بي.سي. ريڊيو تي هڪ ڪاريہڪرم مون هوسٽ ڪيو. جنهن ۾ هر هفتي هڪ گيت، ان جي ضروري شبدن جا ارٿ ۽ پوءِ گيت جو انواد ڏيئي آخر ۾ گيت ريڊيو تي وڄائيندي هيس. ڪاريہ ڪرم جي آخر ۾ اڄ جي ٽن لفظن جو انگريزي مطلب ٻڌائيندي هيس جيئن 'هيلو' کي هنديءَ ۾ 'نمستي/نمسڪار' چوندا آهن. 'گڊ نائيٽ' کي 'شڀ راتري' چوندا آهن ۽ 'ٿئنڪ يوُ' کي هو 'شُڪريا' چوندا آهن. اهو ڪاريہ ڪرم ايترو مشهور ٿيو هو جو ڏهن منٽن جي هن ريڊيو شو ۾ اڌ ڪلاڪ تائين تاڙيون وڄنديون رهنديون هيون ۽ گيتن جي فرمائش ايندي هئي. ماڻهن جون واڌايون ۽ انيڪ شڀ ڪامنائون ملنديون هيون تہ هوُ هينئر گيت جو ارٿ سمجهڻ لڳا آهن تہ گيت جو آنند اڃا بہ وڌي ويندو هو.

هيءُ سنگره ''لَرن هندي ائنڊ هندي فلم سانگس'' گهڻو مهتوپورڻ ثابت ٿيو. آمريڪا جي نيويارڪ انشورنس ڪمپنيءَ آمريڪا ۾ هنديءَ جي واڌاري لاءِ ان کي چونڊيو. ڪمپنيءَ ڏهہ هزار ڪتاب ۽ سي.ڊي. مفت ورهايون. هن ڪتاب هڪ آندولن شروع ڪري ڇڏيو ۽ ماڻهن سوچيو تہ هنن جي ٻارن کي هندي سکڻ ئي گهرجي. پنهنجي يارت ياترا جي دؤران مان شري نريندر موديءَ سان مليس تہ مون هيءُ ڪتاب ۽ سي.ڊي. کين سوغات طور ڏني. هن ڪتاب کي ڏيان سان ڏٺو ۽ منهنجي ڪم جي ساراهہ ڪئي، ۽ پنهنجا بہ وديش ياترا جا ڪي انيوَ ٻڌايا. هن ٻڌايو تہ ماريشس، گيانا، ترنيڊاڊ جي يارت واسين جي گهرن ۾ فلمي گانا وڄندا رهندا آهن. ڇاڪاڻ جو هوُ يارت جي سنسڪرتيءَ سان جڙيل رهڻ ٿا چاهين جن جا ارٿ (مطلب) بہ نہ ٿا ڄاڻن، پر تن جون ڀاوناڻون اڄ بہ يارت جي آستا ۾



رنگيل آهن. هن صاحب پنهنجا ڪيترا انيوَ ٻڌائي پستڪ لاءِ واڌايون ڏيئي منهنجو حوصلو وڌايو! جنهن جو سٺو نتيجو هيءُ نڪتو تہ آمريڪا مان مون ڪمپنيءَ جي ذريعي پنج سؤ پستڪ ڦري موڪلايا، جن کي ''پرواسي يارتيہ دوس'' سماروهہ ۾ ''گجراتي پريوار مهااُتسو'' ۾ ڀاڱ وٺڻ وارن وشو جي ڪنڊ ڪنڊ مان گجرات آيل پرواسين ۽ اين.آر.آءِ کي سرڪار پاران هيءُ پستڪ ۽ سي.ڊي. سوکڙي طور ڏني ويئي. هي مودي جن جو پنهنجي راشٽر ڀاشا هندي ۽ سنسڪرتي جي پريم جو اظهار آهي.

سنہ 2006 ۾ آمريڪا مان پنڌرهان جوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون نيويارڪ لائيف انشورنس جي دواران آيوجن ۾ ڪتي ڪري يارت ياترا تي گجرات آيا هئا، جنهن ۾ مان مهمان نواز هئس. ٻن هفتن جي هن ياترا ۾ اسانکي گجرات جو دؤرو ڪرڻو هو ۽ فلم بہ ناهڻي هئي. هن ياترا جي وچ۾ مودي جي اٽڪل هڪ ڪلاڪ ۽ ڏهن منٽن جو وقت اسانکي ڏنو. احمدآباد جي ڪرڱاوتي ڪلب ۾ آيوجت هن ميٽنگ ۾ اين.آر.آءِ ۽ آمريڪي ڪامياب جوانن طرح طرح جا سوال پڇيا هئا، جن جا جواب هنن ڏنا هئا. هڪ سوال جي جواب ۾ هنن چيو، ''اسانکي توهانجا ڊالر نہ کپن. ها اگر توهان جي من ۾ يارت جي لاءِ ڪجهہ ڪرڻ جي اِڇا آهي تہ توهان مان هرهڪ ماڻهو هڪ هڪ پريوار کي 'يارت ياترا' تي موڪلي ! گهڻو ئي ڪم ٿي ويندو. مونکي ياد آهي ان وقت بہ هن 'گجرات موڪليو'، ائين نہ چيو هو، 'يارت موڪليو' ائين چيو هو. اهو هن جي هرديہ جي وشالتا جو پرماڻ آهي.

سنہ 2007 ۾ پنهنجين ڏيئرن سان مان يارت موٽي آيس جيئن هو پنهنجين پاڙن سان ٻڌجي سگهن. آمريڪا ۾ ڄاول ڏيئرن لاءِ يارت هڪ وديشي ملڪ هو. ان جي باوجود هنن کي زمين سان جوڙڻ لاءِ مان سندرو ٻڌي ڪم ڪندي رهيس. انهن ڏينهن ۾ شري موديءَ جي ڪويتائن جو سنگره گجراتي ڀاشا ۾ شايع ٿيو. هڪ ڪاويہ گوشٽيءَ



۾ شري لليت اگروال، جو گانڌينگر جي ايم.وي.پٽيل هاير سيڪنڊري اسڪول جو پرنسيپال هو ان مونکي چيو،''انجناجي، نريندر موديءَ جي ڪويتائن جو سنگره هاڻي آيو آهي. ڪيڏو نہ سٺو ٿئي جي توهان ان جو هندي انواد ڪريو. ڇاڪاڻ جو توهان کان سواءِ هي ڀلو ڪم ٻيو ڪوئي ڪري نہ سگهندو.''

مون چيو، ''اڙي، اهڙي ڳالهہ نہ آهي لليت جي.''

منهنجي ڳالهہ اڌ ۾ ئي ڪٽي هن چيو، ''توهان جيڪو انواد ڪندا آهيو، اُها سيني جي وس جي ڳالهہ نہ آهي!''

ڪيڏو آتم وشواس هو مون تي هن جو...

خير، مون سنگره پڙهيو ۽ ڪجهہ ڪويتائون من ۾ گهر ڪري ويون... 'ياترا'، 'سپنن جا ٻج'، 'پريتن'، 'ڪارگل'' ''جانا نهين'، 'پتنگ' وغيره. ۽ من ۾ طئہ ڪيو تہ هن پستڪ جو انواد ضرور ڪنديس.

سنہ 2008 ۾ هنن سان ملاقت مقرر ٿي، تڏهن هنن جي گجراتي ڪويتائن جو سنگره مان ساڻ کڻي ويئي هيس ۽ ملاقات ۾ مون ان جي انواد جي ڳالهہ ڪئي. هنن انهيءَ ڪتاب تي گجراتيءَ ۾ 'جئہ جئہ گروي گجرات' لکي دستخط ڪري، ان سان گڏ سندن گجراتيءَ ۾ ڇپيل ڪهاڻين جو ڪتاب 'پريم تيرٿ' بہ مونکي ڏنو.

رفتہ رفتہ ڪتاب جو هندي انواد 'آنک يي ڌنيہ هئہ' پورو ٿيو. پر چوندا آهن نہ تہ هر ڪنهن ڳالهہ جو هڪ رٿيل وقت ايندو آهي، ۽ ان سڀي وقت جو انتظار ڪرڻو ئي پوندو آهي. جا شيءِ جڏهن ٿيڻي هوندي آهي تڏهن ئي ٿيندي آهي. مودي جي راڄنيتيءَ ۾ گهڻو مشغول ٿيندو ويو، پستڪ تيار هئڻ جي باوجود ان جي ڇپائيءَ ۾ دير ٿيندي ويئي... شايد ان جي ڇپجڻ جو وقت هاڻ آيو آهي. ايترو وقت اڳ انواد ڪيل ڪتاب کي مون وري پڙهي گهرج انوسار سڌارا ڪيا ۽ سوچيو 15 آگسٽ تي پرڌان منتري جي کي سندس

ڪويتائن جو اُپھار ’آنڪ يي ڏنيہ ھئہ‘ ڏنو وڃي.

انواد ’پرڪايا پرويش‘ جھڙو ٿيندو آھي. منھنجي پوري ڪوشش رھي آھي تہ سندن صحيح منوڀاون کي سامھون آڻيان. ھنن جون ڪويتائون سندن شخصيت جو آئينو آھن، اھڙي منھنجي مڃتا آھي.

ھن ھندي پستڪ جي ڇپائيءَ ۾ ’وڪلپ پرڪاشن‘ جي پرڪاشڪ شري پون ڪمار شريواستو ۽ گرافڪ ڊزائينر شري امريش ٻي. پنچال (احمدآباد) جن ڪتاب جو ڪور ٺاھيو آھي تن جي دل سان شڪرگذار آھيان.

اڄ سموري دنيا مودي جيءَ جي باري ۾ ڪجھہ نہ ڪجھہ ڄاڻي ٿي، پر خود مودي جيءَ کي بہ تہ ڪجھہ چوڻو آھي. جنھن جي ٿوري جھلڪ ھن سنگرہ ۾ ضرور ملندي، اھڙو منھنجو وشواس آھي.

ھڪ سنويدنشيل ڪوي پارت جي پرڌان منتري شري نريندر مودي جيءَ کي 15 آگسٽ 2014 تي دِلي مبارڪون ڏيندي ھيءُ پستڪ توھان کي پيش ڪري رھي آھيان. اُميد آھي تہ توھان کي پسند ايندو. پاٺڪن جي پرتيڪريا منھنجي ڪم کي سارٿڪ بڻائيندي.

انھيءَ منگل ڪامنائن ساڻ.

15، آگسٽ 2014


**ڊا. انجنا سنڌير**

ماضي پراڌياپڪ، ڪولمبيا وشو وديالیہ،
نيويارڪ، آمريڪا
ھن وقت : پراڌياپڪ :
پارتيہ پاشا سنسڪرتي سنستان
گجرات وديا پيٺ، احمدآباد.

ايل-104، شيالبڪ سوسائٽي،
شاھي باغ، احمدآباد-380004. گجرات

E-mail : Anjana_Sandhir@yahoo.in




منھنجي گجرات کي جيڪو پريم ڪري
سو منھنجي آتما



# پنھنجي ڳالھہ

**نريندر مودي**

مان ساھتيڪار يا ڪوي نہ آھيان
وڏ ۾ وڏ منھنجي سڃاڻپ
سرسوتيءَ جي اُپاسڪ طور ٿي سگھي ٿي
گھڻي وقت کان لکيل
ٽڙيل پکڙيل پيل سپ ٿاھي
ھتي - ھُتي
ننڍڙي پستڪ جي روپ ۾ تيار ٿيل.
ھيءُ سنگرہ توھان جي ھٿن جي حوالي ڪريان ٿو
منھنجي پرارٿنا آھي :
ڪتاب ۾ منھنجي پد پرتيشٺا کي نہ ڏسجو
ڪوتا جي پد جو آنند وٺجو
پنھنجي ڪلپنا لوڪ جي ڪليل
ننڍڙي دريءَ مان
دنيا کي جيئن ڏٺم، انيو ڪيم،
جيئن ڄاتم، آنند پاتم
انھيءَ تي اکرن سان تلڪ لڳايو.
منھنجو چنتن، منن يا اظھار
منھنجو اصلوڪو آھي،
اھڙي منھنجي
ڪا دعوي نہ آھي.
پڙھيل، ٻڌل جي ڇايا ۽ پرڇائيءَ کان بہ
اھا مڪت نٿي ٿي سگھي.
منھنجون رچنائون ڪڏھن بہ ساروجنڪ ڪسوٽيءَ تي
پرکيون نہ ويون آھن. ان لاءِ انھن جي خامين طرف منھنجو
ڌيان ويو ناھي.
سڀ رچنائون سريشٽ ھجن، ائين بہ ناھي



پر ڪڏھن ڪڏھن ڪچي انب جو سواد بہ
الڳ طرح جو سواد ڏيئي ويندو آھي
ائين بہ ٿي ٿو سگھي !
گجرات جي گھڻن ساھتيڪارن کي مون پڙھيو آھي
گجرات جي ساھتيہ ياترا ۾ ھڪ مانجھيءَ
شري سريش دلال ساڻ ساھتيہ چرچا جي دوران
منھنجي اندر وسيل ڪوتا کي
ھن پروڙي ورتو.
ھن جي قرب وس ٿي مون پنھنجو
ڀاونا جو سنسار ھن جي سامھون کولي ڇڏيو... کُلي ويو...
ھن جو اِسرار ھو تہ منھنجي ڪلپنا،
ڀاونا جو سنسار ڀلي منھنجي پنھنجي دولت آ
پر اسين گجراتي ماڻھو...
خزانو اڪين ئي پيو ھجي، اِھو ٺيڪ ناھي
۽، تڏھن منھنجن ٽڙيل پکڙيل رچنائن
سنسار ۾ پنھنجو آکيرو ٺاھڻ شروع ڪيو.
سڀ جمع ڪندي ڪندي
آکيرو وڏو ٿِي ويو
شري سريش ڀائيءَ وقت ڪڍي
انھن مان ڪويتائون چونڊي ڪڍيون
۽ ھڪ شلپڪار وانگر
آکيرو ٻڌڻ ۾ منھنجي مدد ڪئي.
منھنجي رچنائن جو ھي آکيرو
توھانکي دعوت ڏئي ٿو...
پل، بہ پل آرام ڪرڻ پڌارجو
منھنجي ھن آکيري ۾ توھان کي ڀاو جڳت ملندو
۽ ڀاونائون لھرائينديون
ڪوتا سان گڏ
قدرتي ياترا جي ڪلپنا شري سريش ڀائيءَ ڏني،
مونکي وڻي، توھان کي بہ
پسند پوندي...

20-3-2007

# فهرست

## 1. ڏنيہ

ڏرتي هيءَ سهڻي آهي،
اک هيءَ ڏنيہ آهي.

سائي- سائي گاهہ تي اُس ڦهلجي رهي آهي هتي
اُس جو تيج بلڪل بہ سَلو نٿو وجي

آڪاش تہ پوبہ آهي
هيءَ ڏرتي بہ اديت آهي

آڪاش ۾ اندرڏنش ڦهلائي، مستيءَ ۾ هلندي
هوا ۾ رنگن جو آڪار ڇِتي ٿي

ڪنهن جنم جو هي پڻيہ آهي
زندگي ڏنيہ آهي، ڏنيہ آهي.

سمندر هي اُڇل کائي ٿو، اوچين لهرن ۾،
ڪنهن کي خبر ڇا پريل آهي ڪکرن جي وچ ۾.

بيحد ! پرپور هي سوال آهي،
ڏرتي هيءَ سهڻي آهي.



مانو جي ميلي ساڻ، ميل هي ملندو رهبو،
پر پين سان گڏ مان، خود کي
اندروني پيڙا ڏيندو رهيس.

هي سپ ڪجهہ لاثاني آهي
۽ ڪجهہ تہ پهچ کان ٻاهر آهي

ڏنيہ، ڏنيہ، ڏنيہ آهي،
ڏرتي منهنجي سهڻي آهي!



## 2. اوچتو

اوندهہ جي ڪاٻر تي
مان هڪ سروور ٿو چِپيان
سروور تي جهڪندڙ هڪ ٽاري
پنورن جي ڱُن- ڱُن ڪٽي

ڳهريءَ اونداهيءَ کي هلڪو ڪرڻ لاءِ
مان ٽاهيان ٿو هڪ چندرما
ڏيان ٿو ان کي نيرو، آسماني رنگ
سروور جي شانت جل جهڙو
اوچتو...

ويساک جو ٻپهريءَ وارو سج
ڪاٻر کي ساڙي رک ڪري ٿو ڇڏي
۽ منهنجي هٿ ۾
ڪنيجي وڃي ٿو برش-
ڏيڏر جي ٽان ٽان
مؤسم جا سپنا
سپنن جي موسم
سپ ڪجهہ ٻاڦ ٿو ٿي وڃي!



## 3. اَسين

اسين زندگيءَ جا جگري يار آهيون
اسين ڇلڪندڙ پيار آهيون.

نہ ڪو روڪي، نہ ڪو ٽوڪي،
اسين من موجي درپار آهيون.

من ٿيندو آهي تہ اُڏامندا آهيون،
يا درياهہ ۾ وڃي ٽُبي ڏيندا آهيون.

اسين پربت جي مٿان سج بڻجي
وچ رات جو اُپرندا آهيون.

نہ ڪنهن جي نِندا، نہ ڪنهن جو سنڪوچ،
اسين پيار جي وهندڙ ڌارا آهيون.

سياڻا اسان کي چريو چون ٿا،
هو سچار اسين غلط نہ آهيون.

هڪ وسيع درياهہ اُڇل ٿو کائي،
اسين ڦاٿي پئون، اهڙا پاڻيءَ جا ٻُدٻُدا نہ آهيون.

اسانجو ڪٿي ڪو ڪنارو آهي،
اسين تہ درياهہ جي وچ سير آهيون!

## 4. وِرلاپ

تنهنجي باري ۾ ڄاتو
۽ من جي هماليہ کي
چوٽ پهتي
توکي ڏٺو ۽ منهنجي اکين ۾
چنڊ اُسريو
منهنجي اندر
چندن جو وڻ مهڪيو
تون مليں ۽ منهنجي روم روم ۾
سڳنڌ جا پربت لُڏي پيا
پر هاءِ...!
هي پربت پگهرجي رهيا آهن
چندن جي مهڪ
تن کي ساڙي رهي آهي
۽ رک ٿي ويئي آهي
سپنن جي سوغات
پري ڪناري تي
منهنجي اکين جو چنڊ
اُفق تي وڃي ويٺو آهي
تو بنا
منهنجي ٻيڙيءَ کي ڪناري وٺي وڃي
اهڙو ملاح ڪڏهن ملندو؟



## 5. سمورو سنسار

ڪلهہ جي رستي جو انت اڄي ويو
اُن جي تِکي نوڪ تي اُڀريو آهي
اڄ جي صبح جو وڻ
هوا جي ٿاريءَ تي جهولندو آ
ڪِرڻي جو گل
ڪا من چاهي ڦُل ڪرڻي هجي جڻ
پکي شانتيءَ سان جيئندا، ڳائيندا آهن
ماں کولي ڇڏيندو آهيان سڀ دريون
استيتوَ ايترو سهڻو ڪڏهن نہ لڳو
مان پنهنجي شرير کي
من کي، هرديہ کي
پريوءَ جو پرساد ڏي مڃيندو آهيان
۽ سمورو سنسار جڻ
منهنجي ڀاڪر ۾ پرجي ويندو آهي.



## 6. اڄ

هي هو، هوُ هو،
هيئن هو، هونئن هو،
هِتي هو، هُتي هو-
هِتي هو
’هو‘ جي من ۾ هوا
کنڊهرن جي ڊٺل شان شوڪت
۽ گهٽين ۾
ڪٿي مُندل آهيون اسين
ڀاڇولن جي پريت سمان
ماضي جڻ
ڀوت پريت جي ڇايا ڪٿي
ڀٽڪندڙ اِتهاس جي
آتما
آتما امر آهي...
امرتا کي بہ ڪپي
ورتمان جي ڪايا.
ايندڙ سياڻي ۾
امر ٿيڻ لاءِ
گذريل ڪلهہ جو ايترو
موهہ رکي
اڄ کي
اکين اڳيان دوکو ڏيئي
جيئڻ جو ڪو ارث آهي؟



## 7. اسين ٿہ

سنڌيا ويل، ماں من موجي رهان اڪيلو،
منهنجي تن من ۾ اُڀري ’ترٽينڊ‘ جو ميلو

ڪنهن سان ڪجهہ ڏيڻو-وٺڻو ناهي
ڪڏهن نہ ٿيندو تنهنجو-منهنجو
هن دنيا ۾ جيڪو ڪجهہ بہ آهي
اهو آ منپسند اسانجو.

رستو منهنجو سڌو-سنواٽو، نہ گردي نہ گوڙ
سنڌيا ويل، خانہ بدوش رهان اڪيلو.

نہ ڪو پنٿ، نہ ڪو سمپردايہ :
منشيہ تہ بس آهي منشيہ،
روشنيءَ ۾ ڇا فرق پوي ٿو،
ڏيئو هجي يا لالٽين.

وڻن وڻن جهومرن وانگر، ڪڏهن نہ لٽڪيو،
سنڌيا ويل، خانہ بدوش رهان اڪيلو.

## 8. آفت

سورهن ورهين جي روپوان ڪنيا جهڙي ندي
اڄ غصي ۾ واڳهہ بڻجي پئي آ
برسات جي ڪارڻ تمام گهڻي بي‌ضابطي ٿي پئي آ
اُن کي نہ لڄ آهي، نہ ڪنهنجو شرم
پنهنجو وس وڃائي
پاڳل اِستريءَ جيان
عجيب وهنوار ڪري رهي آ
۽ شايد، هن کي خود بہ خيال نہ هوندو
تہ هن جو
جل ايترو نردئي، ڪلور ٿي تو سگهي
جو ڳوٺن جا ڳوٺ غرق ٿو ڪري
جنهن ۾ ڪيترا ئي لاش ترن ٿا
ڪيترن جا ساهہ ڇُٽيا آهن
آخري رڙ، بيوسي...
جل ۾ جل ٿي
وهي رهي آ
وناش ڪندڙ پرڪرتي
اسانکي پنهنجي بدزيبي سڃاڻپ ڏيندي آ
ها، جل ۾ جان وٺندڙ جنون جو.



## 9. آس

اُجهالي جي آس رکي
اوندهہ کي پٽڻي ڇڏيو
مون اوندهہ کي چنبڙي ڇڏي
اُجالي جي چمڪ ڪٽي
اوندهہ کي چنبڙيو
مون اوندهہ کي چنبڙي ڇڏيو.

ڪال چڪر جي ڪارنهن کي چيريم
اُجالي جي هيٺئر نہ آهي ڪا حد
جوت اڄ پرگهٽ ٿي اُٿي آ اٿين
جڻ نون رنگن جي پرن وارو
اُجالو ئي اُجالو
اڄ اُجالو ئي اُجالو
اُجالي جي آس رکي
اوندهہ کي چنبڙيو

گني هڪ، مت بہ هڪ
۽ پرگنيءَ جو پنڌ بہ هڪ
مضبوط فيصلو ۽ مضبوط نيتيون
آهي جيون پر جو هڪ ئي ويس

ٻُري سات کي تہ سدائين جي لاءِ
لڳائي ڇڏيو آهي تالو
اُجالو- اُجالو
اُجالي جي آس ڪٽي، اوندهہ کي چنبڙيو



نالي- ناموس جي ڪا بک ناهي
ڪو پسند يا ڪو ناپسند ناهي
رهي آ هردي ۾ سدائين ڪميا
هردي جي سطح جو رام ئي رکوالو
اُجالو- اُجالو
اُجالي جي آس رکي
اوندهہ کي چنبڙي ڇڏيم



## 10. تاب جي ڪمي

تاب بنا ماڻهوءَ جهڙو ماڻهو بہ
هتي سهڪندو آ
منش جهڙو منش ڇا لاءِ
هڪ ٻئي کي سراپ ڏيندو آ؟

ٻاڻيءَ کي تاب نہ ملي تہ
وڻ- ٻوٽا پڻ سُڪي ويندا آهن
خزان جي وڻ تي ويهي
پوءِ ڪوئل ڪيئن پنچم گيت ڳائيندي؟

ماڻهو- ماڻهوءَ کي نپريندي
پوءِ ڇو ڪندو آهي اُن کي اڻ ڏنو.
تاب بنا ماڻهوءَ جهڙو ماڻهو بہ
هتي سهڪندو آ

بنا پريم پنگلو بڻجي ماڻهو، لاچار
جڻ ٻئي جو غلام ٿي ويندو آ.

اڻاٺ جي هڪ ڏور سان
پل کي پل سان سُبندو آ
مسڪراهٽ جي ڇُري ڪٽي
چپ چاپ ماڻهو ڳوڙهن کي ڪٽيندو آهي
تاب بنا ماڻهوءَ جهڙو ماڻهو بہ
هتي سهڪندو آ.

## 11. اُٿو لال ! وڃيہ سويڪار ڪريو

ڌرتيءَ جو آ مشڪل ويلو
ماڻهو سڀ گڏجي وڃو
اڄ جئڪار جو ڪريو سواگت
اڇو، اڄ جئڪار جو ڪريو سواگت
اِيرشا - دويش کي ڇڏي
خوشبوءِ جي مٽي نهي
اُٿو جاڳو، ٻڪو، ٻڪو
هڪ ٻئي سان گڏ رهو
اڪيلا نہ رهجو
ڌرتيءَ جو آ مشڪل ويلو
ڏکي مانو، ڏکيو جيون
من جو نهيو پدماسن
چهرو علحدو آهي سماج جو
ٻوءِ بہ نہ آهي انوکو
پر پنهنجو اندر پريل آ
ڌرتيءَ جو آ مشڪل ويلو
ڌرتيءَ جي ڌوڙ کي مٽي تي لڳايو.
هندوري تي پر ڪين ويهو،
هلو، هلو ڪنهن نئين راهہ تي
سپنا ڪجهہ سينگاريل آهن
ڌرتيءَ جو مشڪل آ ويلو



مِٽيءَ پريل پيرن جو ناهي ڪم هتي
آ هتي وير سپوتن جو ڌام
گگن پيندي وڃڻ گهوشڻا ساڻ آهي
’ترڏيتر‘ جو ميلو
ڌرتيءَ جو آ مشڪل ويلو.



## 12. اُٿو وير

ننڊ جي چادر ويڙهي
سمهندا رهيا شرير
وير توهان اُٿو، جاڳو
جيئن چمڪندو رهي ضمير.

آسماني باهہ جا
ڌڌڪندڙ جار هو ڪٽي آيو آ...
پالي سان چيريل اهڙن ڪرڻن کي
ڍال ٺاهي ڏيو للڪار.

ديوي ڪاماکيا جي
ٻاڪارڻ کي ڪنن ۾ پري ڪري ٻڌو
ان کان پهرين جاڳو تہ
ڪجهہ ڪيو سڏجڻ ۾ ايندو
ان کان پهرين اُٿو...

رُڪمڻيءَ جو رودن ٻڌي
دوارڪانات ٻڌجي ڏُکو
پاڻ وٽ وقت رهيو آ ٿورو
سدرشن چڪر ڪٽي ڏُکو
هاڻ بنسري ٻڌجي نہ وڃو
او وير هاڻ تہ جاڳو.

ها، واڻي ليڙون ليڙون ٿڌجي وڃي
ان کان پهرين ٻڪو ۽ جاڳو
جيئن مانوتا کي ڪتي
لڳي نہ وڃي ڪو داغ



سپنا... باهہ جي راڳ ۾
لتاڙيا ويا آهن
انڌن پانڌيئڙن هٿان
مت پيتي، موت جي پيتي ٻٽي آ
مت نہ، سِر ويا آهن

هماليہ جي ڪُک ۾ جهنگلي باهہ لڳي آ
هن جهنگلي باهہ کي وسائڻ لاءِ ٻڪو
۽ ايشور ڪرپا گهرو.

اي وير ! هاڻ نہ جاڳو
آسام ڏکي رهيو آ
ڪُسيل ٻارن جي چيخن کان
لاچار ٻٽي آهي سپت پڳني

ڇنا تي ٻرندي
اُٿو... وير ۽ ڌير...
آسام ٿي نہ
ديش جو شيان سڙيو آهي
اُٿو وير ۽ ڌير

ڪانٽرتا سرير ۾ سمائجي وڃي
اُن کان پهرين اُٿو
وير هاڻ نہ جاڳو!

## 13. هڪ اڌ ٻوڙهو

لاڳاپا اچن، اچي ڪري وهي وڃن
ڇڏي وڃن اڪين ۾ هڪ اڌ ٻوڙهو

ٽڏن ٽيل ٽُڙڪن ۾ تہ پٿرن جو بار آهي
ڪنڌ تي سِتار، جنهن جون ٽُٽل سڀ تارون آهن
لهرون لُڪ بٺجي پرنديون آهن، ڪٿي نہ وينديون آهن
اڪين ۾ بس هڪ اڌ ٻوڙهو رهجي وڃي.

شيشي جا ٽڪرا ڪيستائين بچائي رکنديں
آشائون، اُميدون ايتريون جو پرارٿنا نٿي ٿئي
وهندڙ پاڻيءَ ۾ دستخط نہ ٿيندا آهن
اڪين ۾ بس هڪ اڌ ٻوڙهو رهجي وڃي

شيتل لاڳاپا مونکي پيانڪ لڳندا آهن،
گلن جي راهن تي ڪنڊا چُڀندا آهن،
هن بن جي ايڪانت ۾، هاڻ ڪوبہ نہ ايندو
اڪين ۾ بس هڪ اڌ ٻوڙهو رهجي وڃي.



## 14. اهڙا ماڻهو

ڇوٽو هو جتي، اُتي ڇپائون ڪين
۽ نہ ڇوٽو هو اُهو ڇپو
اهڙا ماڻهو هوندا آهن هميشه
ڪک جهڙي ملهہ جا

آواز جون اکيون مٽي ڪريو
۽ جو ڇوٽو آهي، ڇٽي ڇڏيو
ڳجهي مات جي آڊمبر ڪي
تاب جي سيڪ ۾ ساڙيو
ڪڏهن ويهٽو نہ آهي اسانکي
خوشامد جي هنج ۾
ڇوٽو هو جتي، اُتي ڇپائون ڪين
۽ نہ ڇوٽو هو، اُهو ڇپو.

ڪنهن جي نِندا بڌڻ
۽ مات رهڻ، پاپ آهي،
سنبہ ٻول سويڪار ڪري جو
ان جا سڀ گناهہ معاف آهن
هوا جي لهر ۾، وڻ جو ٽُوڙو
مست ٿي لُڏي
اننت ڪال کان پرڪرتيءَ ۾
ڪو ڪوڙ نہ ٻولي.



## 15. اُتسو

پتنگ
منهنجي لاءِ بلند اُڏام جو اُتسو
منهنجي سج جي پاسي جو مُهِم

پتنگ
منهنجي جنم جنم جو عيش
منهنجي ئي ڏور، منهنجي هٿ ۾
ڌرتيءَ تي پير
۽ آڪاش ۾
ڪو پکي هجي ائين
منهنجو پتنگ...

گهڻن پتنگن جي وچ ۾ بہ
منهنجو پتنگ اُلجهي نٿو
ڪنهن وڻ جي ٽارين ۾
ڪٿي ڦاسي نٿو
پتنگ...

جڻ تہ منهنجو گايتري منتر
امير هجي، ڏنوان هجي يا غريب هجي.
سڀني کي ڪاٽا ٽيل پتنگ،
ڪٽا ڪرڻ جو آنند ايندو آ.
اِهو آنند بہ



اديٽ انوکو
ڪاٽا ٽيل پتنگ وٽ
آڪاش جو انيؤ آهي
هوا جي رفتار
جي طرف جي ڄاڻ آهي
خود هڪ دفعو اوچائيءَ تي ويو،
ڪجهہ دير اُتي رهيو
ان ڳالهہ جو پرتيڪش پرماڻ آهي.

پتنگ...
منهنجي سج پاسي جي ياترا
پتنگ جي جان ڏور ۾
پتنگ جو شِو ويوم ۾
پتنگ جي ڏور منهنجي هٿ ۾
منهنجي ڏور شِوجيءَ جي هٿ ۾
پتنگ لاءِ هوا جو مارگ
شِوجي وينو برف جي گهاٽ
پتنگ جي سامهون مانوَ کان وڏيڪ بلند
پتنگ اُڏامي ٿو شِوجيءَ جي گود ۾
۽ مانوَ زمين تي وينو
ڳنڍيون کوليندو آهي!

## 16. ڪارگل

ڪارگل
اُپ بہ ويو هوس
ٽائيگر هِل
تڏهن
مهاراجا جي
سفيد موَن کي
دل کولي ڏنو هو.

اڄ
هر چوٽيءَ تي
گرجي رهي هئي
بم، بندوق جي گوليءَ سان
برف جي ڇپن تي
دهڪندڙ اڱرن جيان
سئنا جي جوانن کي ڏنو
هئي
هر جوان
ڪسان هو
جيڪو پنهنجي اڄ کي ٻج ڏيئي رهيو هو
پنهنجي رت سان هن کي ريج ڏيئي رهيو هو
جيئن
اسان جو سياڻو
مرجهائجي نہ وڃي
هر جوان جي اک ۾
ٻوڙيندڙ سوَ ڪروڙ سپنا ڏنا
پنهنجي اک جي پنبڻين سان
موت کي جکڙڻ وارا
وير ڏنا
۽ يمراج کي
انهن ويرن جي چرڻن کي چُمندو
ڏنو هو

دهڪندڙ اڱرن جيان
وير جوانن جي گرم سواس سان
ڳرندڙ برف
جهرڻو پرجي پيئي وَهي
جهرڻي جي رفتار ۾
سمايل هو
سُڀلام
سُڦلام

ڀارت جي ڀاوَ ۽
جهرڻي جي ڳُڪ مان
ڦُٽي رهيو هو
وندي ماترم جو گيت.



## 17. ڪرياپد

منهنجي ڇوڏاري
تاڻيو هڪ شبدن جو چڪر
پوءِ اُن چڪر کي چورس ڪريو
وري اُن چڪر جي چورس ۾ جَڙيون رنگہ برنگا
بلورن جهڙا شبد-
شبد ترل بلورن جهڙا
ڪانچ جا شبد:
سچ جا شبد : لُڙڪن جهڙا
يا پوَري دم جهڙا.

صفتن جي ڇوڏار
چڪيو لڪشمڻ ريکا
رکو مريادا رام جي
نام جي آسپاس کيڏندا رهو
ٻُڙي-ضرب جو کيل
۽ ڪرياپد کي رکو مرڪز ۾
۽ پوءِ ناهيو
هڪ اننت چڪر!

## 18. سوَاڀيمانُ

”جوُٺ بولي ڪوُئا ڪاٽي“
اِنهيءَ ڪري اسانجو سچ چوڻ ضروري آهي.
سچ ئي تہ اسان جو سوَاڀيمانُ آهي
مجبوري نہ آهي!

سچ نہ چئون
تہ ڪويل جي ڪوُڪ کي
مئل مڇيءَ وانگر
ڪانءُ چهنب هڻي ڪري نشٽ ڪري ڇڏيندو.

اُفواهن جي بنياد تي سماچار
صبح-سويل اُپرندا آهن ڪاري سچ وانگر

سنيہ کان سنياگره تائين
پنهنجي ياترا ۾
اسان کي ملندا آهن
بنا پيرن هلندڙ
راهگيرن جي پيرن جا نشان
فقط پيڙ، ٽوليون!

# 19. ڳتيءَ جو گيت

پرهہ ڦٽيءَ جي ڏوڙ
شام جي سج جي سواسن کي ڪيسنائين لتاڙيندي؟
سج جو تکو سواس
سرديءَ جي صبح کي ڪيستائين ڪٽيندو؟
ٻپهريءَ جو سج
ڪاري وات کي ڪيستائين نشٽ ڪندو
هاڻ تہ رُڪجي وڃو...
منهنجي سُڪل ٻنيءَ ۾
ڳنڍيون پوکڻ بند ڪريو
ڪنهن جي مکڻ جهڙن ڪومل پيرن مان
هي ڳنڍيون خون چوُسڻ لڳن
اُن ڪان پهرين بند ڪريو...
مونکي پنهارين جي مٽڪي مٿان
گذرندڙ ڪرڻن جا گيت ڳائڻا آهن
ننهڻ اُس ۾ پڳهر وهائيندڙ
پورهيٽن جي پڳهر مان چمڪندڙ
ڪرڻن جا
گيت ڳائڻا آهن
مونکي موکل ڪرڻي آهي
ٻارن جي مکڻ جهڙن نرم پيرن مان
اُڏامندڙ مٽيءَ جي ڪڻن ۽ پرهہ ڦٽي جي ڏوڙ سان
مونکي هڪ آلبم ناهڻو آهي
مونکي رفتار جي تصوير چٽڻي آهي
پرڳتيءَ جا روپ ناهڻا آهن
هن تصوير جي رنگ-روپ ۾ داغ آهن
اِهي داغ

ڳتي-پرڳتيءَ جا ٻي‌ڊول
بدزيبا روپ ئي آهن نہ؟
هي ٻيو ڪجهہ ناهن
اسانجي دواران پوکيل
سُکل ڳنڍين جو ئي نتيجو آهي
نرم مکڻ جهڙن پيرن سان اُڏايل ڏوڙ
اُنهيءَ خون سان لٿ پٿ آهي
اِنهيءَ ڪري هي داغ آهن.
پنهنجي ڳتي-پرڳتيءَ جي
اِها ئي تہ نشاني آهي.
هاڻ...
هن داغ کي روپ ۾ کپائڻ بند ڪريو
مونکي تہ ٻپهرن جي گرم سج جو
گيت ڳائڻو آهي
اُنهن ٻارن ۾ تيج پيدا ڪري
تون اِنتظار ڪر
ان ڪان پوءِ جي آلبم ۾ داغ
نہ هوندا
پر هاءِ...
اُن ڪان اڳ تہ ڪيترن ئي ٻارن جو
گرم گرم خون
اِنهن ڳنڍين کي ساڙڻ لاءِ
وهيو هوندو...!
اِنڪري چوان ٿو
ڳنڍيون پوکڻ بند ڪريو
مونکي ڳتي-پرڳتيءَ جو گيت
ڳائڻو آهي...!




# 20. گربو*

ڳائي ڳڻن جو گربو
اُن ۾ تال ملائي ڳڻن جو گربو
گربو گجرات جي اباڻي جاگير آ

گهمي ڳڻن جو گربو
۽ جهومي ڳڻن جو گربو
گربو گجرات جي اباڻي جاگير آ

سج چنڊ گربو
۽ ڦُندون بہ گربو
گربو گجرات جي اباڻي جاگير آ

ڏينهن بہ گربو
۽ رات بہ گربو
گربو گجرات جي اباڻي جاگير آ

سنسڪرتي بہ گربو
۽ پرڪرتي بہ گربو
بانسري آ گربو، ميوُر پنکہ آ گربو-

گربو گيت آ
گربو سهمتي آ
وير جو بہ گربو، امير جو بہ گربو

ڪايا بہ گربو
۽ آتما بہ گربو
گربو جيون جي سُکميہ شانتي آ

گربو ستي آ
۽ گربو ڳتي آ
گربو ناريءَ جي گُل جهڙي پوڄجي-شڪتي آ

گربو ست آ
۽ گربو اکشت آ
گربو ئي ماتاجيءَ جو آنندميہ سِندوُر آ.

---

*گجرات جو لوڪپريہ لوڪ-نرتيہ

## 21. گيت ۾

پکيءَ جي پرن ۾ آيل گيت
۽ گيت ۾ ڪويل ۽ بُلبُل ڀي بولي
اُن جي هڪ پنکہ ۾ ڌرتي جا پراڻ آهن
۽ ٻيو پنکہ آڪاش کي توري.

پنهنجي ڪاغذ تي سج ناهيان ٿو
۽ ناهيان ٿو پونم جو چنڊ
منهنجي ڪاغذ تي لهرائي ٿو وڻُ
۽ وڻ تي ساوا پن
پنهنجن جي ياد جهڙي ڇڏي ڇپَ
اُنهيءَ کي جهرڻي جي آلاڻ جاڳائي

هڪ پاسي ريگستان ۽ ٻئي پاسي درياهہ
ٽئين پاسي ندين جي لِپي
ڪنڊ ۾ تہ اُهڙي هڪ پياس آهي شريشٽتا جي
جا لڪائڻ سان نہ لڪي.

اکين ۾ آڪاش کي ڪٽي ڪري هلان
پر وينو آهيان مان ڌرتيءَ جي گود ۾.

## 22. گُل چڙي

گهري بدصورت ڪاهي پٽي آ
مانو کي مانو جي کهڙي
افراتفري هر گهڙي آ.

مونکي تہ پَلِ ٻڻجڻو آ
پريم جو اُديش ٻڻجڻو آ
جي مانو-مانو سان ملي تہ
عجب-غضب جهڙي اننت گهڙي آ.

پرولي اُٽڻ جو ڪو ارت نہ آهي
گُلاب ٻڻجي اُسرڻ هت وئرت نہ آهي
مشڪلاتون سڀ ٿيون دور ۽ اسان کي
هڪ گُل چڙي ملي آ.



## 23. گؤرو

مونکي سدائين کان فخر آهي تہ مان مانوَ آهيان
۽ هندو آهيان
پل-پل اُهڙو انيؤ ٿيندو آ
تہ وشال، وراٽ سنڌوُ آهيان.

ڪنهن کي ٻہ گهٽائيندو وڌائيندو ناهيان
بس ڪندو آهيان سيني کي گڏ
پسند آهي فقط مانوَ جو ساٿ
ڪپي پريم سندي ٿابش
نرمدا جو پاڻي منهنجي خون ۾
مان گُل تي بيٺل هڪ شبنمي بوند آهيان
مونکي سدائين فخر آهي تہ مان مانوَ آهيان
۽ هندو آهيان!

اکہ ٻلي ننڍي لڳي
پر درشٽي هجي وشال
سمپردايہ جي ڪا گهٽي نہ آهي
پر اِسڪول جدا-جدا هوندا آهن.

سج، بادل، گرهہ، نکيٽر
مان پنهنجي ٽيج جو اِندر
مونکي سدائين فخر آهي
تہ مان مانوَ آهيان
۽ هندو آهيان.

## 24. ڇڏيو

ڪايا ڇڏيو، مايا ڇڏيو
وستو ۽ پرڇائي ڇڏيو
قلعا ڀڃو، پڃرا ڀڃو
سپنا نرم-نفيس ڇڏيو.

رات جو يڪلاءُ ۽ آواراپڻو
رات جي بڙبڙاهٽ بلڪل اڪيلي
واٽي ڇڏيو، معنيٰ کي ڇڏيو
ڀرمن جو بہ بنياد ڀڃو.

ڪير نہ آهي، تہ نہ سهين
۽ جي ڪو آهي تہ بہ ناهي-ناهي
اِن چرچا جي ڪشمڪش ڇڏيو
’ناهي‘ جي وات کي هلڪو ڪري ڪٽو!

## 25. نہ چاتو

هيءَ سڄ موکي پسند آهي
پنهنجي ستن گهوڙن جو لغام
هٿ ۾ رکندو آهي
پر هُن کنهن بہ گهوڙي کي
چهبڪ ماريو هجي
اِئين ڄاڻڻ ۾ آيو ناهي.

باوجود اِن جي
سِڄ جي مَتي
سِڄ جي گتي
سِڄ جي دِشا
سڀ يڪدم برقرار
فقط پريم!

## 26. ڇتر-ڇايا

ڪامياب ٿيس تہ ايرڪا جو پاتر
ناڪامياب ٿيس تہ ديا جو پاتر
ڪاميابي-ناڪاميابيءَ کان پار ٿي
ٽئين ڪناري تي ويهي رهو.

ڪانٽرتا من ۾ سمائجي نہ ٿي
۽ غريبيءَ جي ڇو ٿئي پرواهہ؟
جيون سمورو جِي ڪري
مان چاهيان ٿو مرڻ.

ايشور جي ڇتر-ڇايا ۾ هرروز سکان ٿو
مان تہ آهيان هڪ وديارٿي
ڪامياب ٿيس تہ ايرڪا جو پاتر
ناڪامياب ٿيس تہ ديا جو پاتر.

نِندا کان هيءَ کارو درياهہ
يادگيريءَ جي مڏر مٺي واٽي
ٻئي بيڪار ڇاوڻيون آهن
اسان کي تہ قائم رکڻي آ، اهڙي ڪڙي جا نہ ٽُٽي

پرارٿنا بس ايتري تہ جنگہ جي ميدان ۾
ڪنبي نہ هيءَ شرير
ڪامياب ٿيس تہ ايرڪا جو پاتر
ناڪامياب ٿيس تہ ديا جو پاتر.



## 27. ڦولي بسنت

اَنت ۾ آرنڀ ۽ آرنڀ ۾ انت
خزان جي دل ۾ ڇهڪي بسنت

عمر سورهن سال
ڪٽي ڪويل جي ليہ
ٽيسوءَ جي گلن مان ڇلڪي ڪنهن تي پريم
پلي لڳندا هجن رنگ
پر آهن اندر سي امير
خزان جي دل ۾ ڇهڪي بسنت

اڄ تہ بن ۾ ڪنهن جو وهانءُ
هڪ هڪ وڻ ۾ جڻ ڀري ٿو ڏيئو
آشيرواد ڏيڻ لاءِ اچن ٿا سنت
خزان جي دل ۾ ڇهڪي بسنت!

## 28. توکي مبارڪ

جل کي تون پٿر چوين ٿو
يا پٿر کي جل
يا بادل کي آڪاشي گُهنج
يا ڪمل کي ڀير چوندو آهين
اِن سان ڪنهن کي ڪو فرق نٿو پوي.

تون اُفواهہ کي سچ چئي سگهين ٿو
۽ ڏينهن کي رات
بسنت کي پنجهڙ
۽ سمنڊ کي صحرا
يا جيون کي مرتيو چئي سگهين ٿو.

هي سڀ تنهنجي واڻيءَ جو ڏُشڪرم
توکي مُبارڪ
ڇو جو-
پرڪرتي تہ رهندي آهي
اهڙي جي اهڙي
تندرست ۽ درڍ.

## 29. تصوير جي هُن پار

مان پنهنجي تصوير ۾ آهيان ۽ نه به
مان پنهنجي پوسٽر ۾ آهيان ۽ نه به
ان ۾ ڪو وروڌ
يا تضاد ناهي.

تصوير آتما جهڙي آهي
هيءَ نه پاڻيءَ سان به آلي ٿيندي آهي
باهه سان سڙندي آهي
اُها آلي ٿئي يا سڙي
تڏهن مونکي ڪجهه نه ٿيندو آهي.

تون مونکي
منهنجي تصوير يا پوسٽر ۾
بيڪار ڳولهڻ جي ڪوشش نه ڪر
مان ته پدماسن جي مُدرا ۾ وينو آهيان
پنهنجي آتم وشواس ۾-
پنهنجي واٽيءَ ۽ ڪرم کيتر ۾.

تون مونکي منهنجي ڪرم سان ئي ڄاڻ
ڪرم ئي منهنجو جيون ڪاويه آهي
ڪاويه ۾ ڇند جو آهي بنڌن
ليه تال به آهي
زبردستي ڳيتا سار

دروازي تي ڪرم ڌار
تون سيني جي لاءِ بيوجهه
ڀُسيل ڪنوارو سنيهه آهين.

تون مونکي تصوير ۾ نه
پسيني جي سُرهاڻ ۾ پاءِ
يوجنا جي وستار جي سُرهاڻ ۾ ترس
منهنجي آواز جي پڙاڏي کي سُڃاڻ
منهنجي اکه ۾
تنهنجو ئي عڪس آهي.



## 30. منظر

وڻن جا باغ-بغيچا
وينو آهيان هڪ وڻ جي هيٺان
ساوڪ جو هيءُ ڳاهه ڀون جي پينگهي ۾ لڏي
پروانو پنکه کولي ۽ بند ڪري
پنهنجي ڳونج ۾ ڀونئرو
گُل جو رس سان تر ڪري.

اُڏامندڙ هنن منظرن ساڻ
اکه ملي ۽
شام لهي
۽ منهنجي اندر هڪ ڀوري جو ڀورو وڻ ڳُلندو آهي
اوندهه ۾ ٽڙندا آهن تارا گُلن سمان
ڀونئرن جا پنکه لڳائي مان ته هوا ۾ ترندو آهيان
ڇڻ ته جگنو مند-مند پرڪاش ڪٽي ڳُن-ڳُن ڪندو آهي
هڪ سُڳنڌ-پريل ڳيت سمان
سمپورڻ-سڇي پريت ڪٽي
ساوڪ جو هي ڳاهه هوا ۾
منهنجي باغ-بغيچي ۾.

## 31. ديهه جو ڪم ديهه ڪري

ديهه جو ڪم ديهه ڪري ٿي، من ڪري ٿو من جو ڪم
اوناشي جي اُڀون ۾، مان ته ڏسندو ٿو رهان سيتا رام
واٽيءَ بنا ويٺا وجي ٿي
مڌيم-مڌيم سُر جاڳن ٿا
هرديه منهنجو جپي رهيو آ بس هڪ سندر تنهنجو نام
ديهه جو ڪم ديهه ڪري ٿي، من ڪري ٿو من جو ڪم.

ديهه، من ۽ هرديه ۾ اُٿل ڪائي ٿي
ڀوشيه جي سناويهن نکيترن جا ٻج
اکين ۾ هڪ سرشٽي منهنجي
تري ٿي ۽ موهي ٿي
منهنجي هيءَ ايوڌيا : جنهن ۾
رگهوپتي راگهو راجا رام

ديهه جو ڪم ديهه ڪري ٿي،
من ڪري ٿو من جو ڪم.

## 32. نرمدا

نرمدا فقط هڪ ندي نہ آهي
اسان جي صدي-در-صديءَ جي ساڌنا آهي
امر آراڌنا آهي.

نرمدا نقشي تي نهيل هڪ ليڪ ناهي
اُها گجرات جي هست ريکا آهي
پرجا جي ڀاڳيہ وڌاتا آهي.

نرمدا جي نرمل جل تي
ميري چادر وجهڻ جي ڪوشش بہ ڪندا
تہ توهان کي ڪبير جو قسم
هيءَ نرمدا
گانڌيءَ جي، نرمد* ۽ مُنشيءَ جي آ
سردار جي سپنن جي سريتا آ
نرمدا
گجرات جي عزت آ
نرمدا ڪُل ديوي آ
نرمدا ورداييني آ.

*نرمد - گجرات جو مشهور ڪوي



## 33. زندهہ دل

ڀاڳيہ کي ڪير ٿو پُڇي هت
مان تہ للڪار سويڪار ڪرڻ وارو ماڻهو آهيان
مان تيج اُڌارو نہ وٺندس
مان تہ خود ئي پرنڌڙ لالٽين آهيان.

مان ڪنهنجو محتاج ناهيان
مونکي پنهنجو اُجالو ڪافي آهي.
اوندهہ جي ترنگن کي ڪٽي
ڪمل جي تيج جهڙو طاقتور آهي

ڏنڌ ۾ منهنجي رُچي ناهي
مان تہ آزاد، زندهہ دل آهيان.
ڀاڳيہ کي ڪير ٿو پُڇي هت
مان تہ للڪار سويڪار ڪرڻ وارو ماڻهو آهيان.

ڪُنڊليءَ ۾ وشواس رکڻ پسند ناهي
۽ گرهن جي اڳيان سِرُ جهڪي نٿو
ڪانئرن جي شطرنج تي
سوُدي بازي جو کيل کيليان نٿو.

مان خود ئي پنهنجو ونش آهيان
مان خود ئي پنهنجو وارث آهيان
ڀاڳيہ کي ڪير ٿو پُڇي هت
مان تہ للڪار سويڪار ڪرڻ وارو ماڻهو آهيان.



## 34. للڪار

ڌرا جي پُڪار آهي
گگن جي پُڪار آ
رستو پُليل راهون آهن
۽ پارٽ کي للڪار آ.

سمپردائن ۾ ونڊيل مانوَ
مانوَ مان بڻجي ٿو دانوَ
سڌ ۽ گوڙ شور سان
ٿيا آهن گهڻائي هنگاما هتي.

ايمان جون اُٿيون آهن ديوارون هتي
۽ سپنن جو سروناش آ
للڪار آ، پُڪار آ.

برابريءَ جون ڳالهيون، ڳالهيون ئي رهيون
۽ ايڪتا بہ پيسجندي رهي
سنوڌان جا بند دروازا ۽
حسد، دويش جي ڪاهي باقي رهي
لُڙڪ چئني پاسي آهن
۽ سڀ هنڌ انڌڪار آ
للڪار آ، پُڪار آ.



تن ٿڪيا آهن، من پڳل آهن
ماڻهو-ماڻهوءَ سان رُٺو آ
اهم نہ آهي، پر عمر جو ساگر
اُڇلي رهي آ، اڙي برادر
يتين کي پيچڻ لاءِ
اکين ۾ ٿانڊاڻ آ
للڪار آ، پُڪار آ.

ڪنڌهرن مان سي ڳولهيو سپنا
جيئڻ لاءِ تمام ضروري
گذريل ڪلهہ کي وساري
اڄ کليل هرديہ سان
اُفق کي ڦهلائي
ٻڌڻ کي تاري
هڪ ٻئي جو وڻي آڌار
اُجالي جو اوتار آ
للڪار آ، پُڪار آ!

## 35. پوپٽ

گُل تي ويٺي، وهندي ئي اُڏامي وڃي
پوپٽ وري رنگن ۾ ٻُڏي ٿو وڃي.

آس پاس ڪلي ٿو وڃي خوشبوءِ جو تلاءُ
اُن ۾ تري پوپٽ جڻ ڪا ٻيڙي.

سُڪہ جو ڪومل سچ اُيري وڃي
گُل تي ويٺي، وهندي ئي اُڏامي وڃي.

عجب آ هيءَ زندگي، اچڻ-وڃڻ جي ڪارڻ
ڪو اچي ڪري هلي وڃي ۽ ياد ۾ جيئي.

ڏور ڀڄي نہ ٿُٽي نہ وڃي
پوپٽ وري رنگن ۾ ٻڏي ٿو وڃي.

## 36. سُڄاڳپ

وقت-وقت جي مختلف سُڄاڳپ
مان ماکيءَ جي مک آهيان
سردين جي صبح جو سچ
اندر ويساکہ (مهنو) آهيان.

مک ٻڻجي هتي-هُتي
مان ڪڏهن ڪٿي نہ وهان
گُل جي ويجهو ويهي مان تہ
خوشبوءِ ۾ داخل ٿيان
مست هوا جي لوڏن ۾
گُل گُلابي آهيان
وقت-وقت جي مختلف سُڄاڳپ
مان ماکيءَ جي مکہ آهيان.

باغ-بغيچو هجي اُتي راڳہ بہ ٿئي
۽ رنگبرنگي ليلا
نهيل رسني تي نہ هلان
پر منهنجي لاءِ مختلف آهن رستا
هوندن ڏسو تہ فقير، فکڙ
پر من سان مان نوابي آهيان
وقت-وقت جي مختلف سُڄاڳپ
مان ماکيءَ جي مکہ آهيان.




پٿر ڏئي ٿو نيس ۽ نوکر
پر ٿئي ٿو فرق ۽ سنکٽ
پٿر مان ناهيان مان ڏاکٽيون
جي پربت تي پهچائين

خود هوُ منهنجو خدا سدا کان
سڀ جو ساٿي آهيان
وقت وقت جي مختلف سُڄاڳپ
مان ماکيءَ جي مکہ آهيان.

## 37. شفاف

اُماس جي رات جو رهسيہ پريل موُن
يا
ڊيٺ گنهگار جهڙي ماڻ رکڻ ۾
منهنجو وشواس ناهي

جل سمان شفاف رهڻ ۽ وهڻ
جو اُنسوُ چا آهي
اُهو مان ڇٽيءَ طرح ڄاڻان ٿو.

مرگہ جل ۽
تلاءُ جي ڏيڏرن جي سُرگہ جو آياس
۽ پرم جي پيد کي مان ڇتيندو آهيان

انياءُ جي سامهون اکيون کڻڻ
۽ نياءُ جي سامهون اکيون جُهڪائڻ ۾
آدم کي
شرم نہ هئڻ کپي.

## 38. اِنتظار

آڪاش ۾
پٽر جهڙو سچ اُڀريو
ڳوڙهن جهڙو سمورو ڏينهن
بلڪل ڪڙڪيو
اُساڻيل هوا وڻن سان گڏ
عجيب وهنوار ڪري ٿي
ڦڦڙن جو ٽي.بي. جي مريض وانگر ڪنگهندي آهي
شام - لاچاريءَ ۾ ڍلجندي آهي
۽ ليٽي پوندي آهي.

سڄي رات سورج مُکي
ڪري ٿو اِنتظار
اچڻ واري سُباڻي جي سِج جو
تہ ڪڏهن تہ سِجُ
گُل ٻڌجي اُسري.

## 39. پرڀو ڪرپا

هي پرڀو!
مان خود کي ۽ دنيا کي
خوش ڪري سگهان يا نہ
پر توکي تہ ڪڏهن بہ ناراض نہ ڪندس.

تنهنجي ڪرپا سان ڪنڊا گُل بڻجن ٿا
اگر ڪا ڇتر-ڇايا نہ هجي
۽ پينڪر بارش ٿي رهي هجي، تڏهن
تون اُس بڻجي ويجهو ايندو آهين.

مؤسم ڪا بہ، ايندي-ويندي
يا ويندي-ايندي رهي
پر منهنجي انتر من ۾
تون مونکي بسنت رُت جو احساس ڏيندو رهندو آهين
تون مونکي ڪيترو ڪجهہ ڏيندو آهين
تڏهن ڪنهن ڏينهن
مان، توکان ۽ مونکان، ٻنهي کان
هڪ ئي سوال پڇندو رهيس
تہ توکي خوش ڪرڻ جي لاءِ
مان ڇا ڪريان
يا ڇا نہ ڪريان؟



## 40. ڪوشش

سر جهڪائڻ جي نوٻت اچي
اِئين مان ڪڏهن نہ ڪندس
پربت وانگر اچل رهان
۽ نديءَ جي وهڪري سمان نرمل
سينگاريل شبد ناهن منهنجا
ناپيءَ مان پرگهٽ ٿيل واڻي آهيان
ڪريان ٿو هن ڌرتيءَ سان پريت
ماٽ جو آنند ماڻيندي ڳايان ٿو گيت!

سنسڪارن جي ليہ تال ۾
گونججي رهي آ ڪا صدي
شرمندو ٿيڻ جي نوٻت اچي
اِئين مان ڪڏهن نہ ڪندس.

منهنجي هڪ-هڪ ڪرم جي پنيان
ايشور جي هجي آشيرواد
جو غلط نہ ڪندو آ
سو ڪڏهن نہ ڊڄندو آ
اندر ئي اندر ٿين سپ سنواد.

منهنجو ورثاءُ منهنجي وچن انوسار
ٿيندو نہ ٻُرو ڪڏهن
شرمندو ٿيڻ جي نوٻت اچي
اِئين مان ڪڏهن نہ ڪندس.

## 41. پرارٿنا

ماڻهن جو ٽولو هجي يا ميلو
سڄڻ ۽ ٻنهنجن کي
ڳوليان ٿو.

منهنجي آکيري جي
پرويش دوار تي ٽنگيل آهي :
”ستيہ جو سواگت آهي :
ستيہ ڇاهي وروڌي هجي
ڇاهي ٽيڙو-ميڙو هجي.“

باغ جي خوشبوءِ کان وڌيڪ
ڀاڻ جي بدبوءِ ملهائتي آهي.
وروڌ مان بہ سچ کي
ڳولهڻ منهنجو صبر-شانتي آهي.

اُفواهن کي رکہ سمان پکيڙي ڇڏڻ جو
ورڀڪ بہ آهي
اُفواهن سان ڪڏهن جيون
جي نٿو سگهجي
ٻن ڪنارن جي وچ واري سچ کي
پائڻ جي مون ۾ قابليت آهي
هر ڳالهہ جو سچ جدا ٿي ٿو سگهي

۽ ڏينديو ئي آهي
ماں... ماں صرف پنهنجي سچ سان
جڙيل رهڻ چاهيان ٿو.

سچ منهنجي لاءِ سچ آهي
۽... منهنجو جيون
گايتري منتر بڻجي پوي
هر پل اهڙي منهنجي پرارٿنا آهي!

## 42. پريم

جل جي زنجير جهڙو هي منهنجو پريم
ڪڏهن ٻڌجڻ سان ٻڌو ناهه

ڪو قسم ڏئي، اهو مونکي پسند ناهي
پوءِ اهڙي رشتي ۾ منهنجو من ٻڌجڻو ناهي
رات سموري شبنم بندوءَ جهڙو شيتل هي پريم
پڪڙيو ڪڏهن پڪڙجڻ ۾ نه آيو.

اُس نه ڪنهن ڏينهن مُٺ ۾ ايندي ڪين
وهندڙ هوا کي پڃرو به راس نه ايندو آ
ڀروپي بادل سمان ڦري هيءُ پريم
ڪڏهن سويڪارڻ تي سويڪار ڪرڻ ۾ نه آيو.

ڏُنڊ نه اچي ۽ ڏُنڊ نه وڃي
اِن سان سچ کي ڪجهه نه ٿيندو آ
راج هنس سمان ترندو منهنجو هيءُ پريم
موتيءَ جي مالا ۾ پوئڻ سان پوئڻ ۾ نه آيو.




## 43. ڪشمڪش

اوچي پهاڙ کي پائڻ جي ڪشمڪش ڪئي
پر پٿر ئي مليو آخر ۾ بس.

ٽڙيل بغيچي کي پائڻ هليس
پر ڪنڊا مليا واٽ ۾ بس.

صدين کان چاهيو نديءَ کي پائڻ
پر مليا مونکي ٻُڏٻُڏا بس.

تپيل سچ پري رهيو
۽ پرڇاين جا ڦوٽا مليا بس

چنڊ کي مان پائڻ هليس
پر چمڪاٽ کي مون وڃايو بس

ساگر جي هڪ لهر نه ڄاڻ ڇو
ڪناري وڃي ڪري رُني بس!

## 44. اڌ رات جو

اڌ رات جو ڪويل ٻولي
هرديه جا دوار کولي
ڪويل کي ڇوٽو به ڇا؟

ذاتي ڳالهه اِئين ٻڌائي نه ويندي آ
جل جي حيثيت اِئين ڦهلائي نه ويندي آ
سنويدنا کي اِئين ڪيئن اُڇليون
ڪوئي ناراضيءَ ۾ توري
ڪويل کي ڇوٽو به ڇا؟

پنهنجي ويدنا کي خود ئي سنڀالج
پروسيمند کو اهڙو ماڻهو ڪٿي آ
بند دروازا ڇو کڙڪايئه
۽ مرگه جل سان پرمايئه
ڪويل کي ڇوٽو به ڇا؟

## 45. منهنجو من

من ۾ منهنجي جهنگل لڳا پيا آهن
اڱڻ - اڱڻ ۾ آڳ
جهنگل ۾ مان ڀُولهيان ٿو
سائو - ڀائو سو باغ.

سُکي ڏڻا، ڏُکي ڏڻا
ڏڻا روئي - پوئي
مايا جو جنهن تياڳ ڪيو
اُن جي ڪايا سدا نروئي.

جهن - جهن، جهن - جهن تار - تار تي
وڄي ٿو اَڻ ڇيڙيل راڳ
من پنهنجي کي سمجهايان ٿو
جاڳ هاڻ تہ جاڳ

ڪنڊن کي چونڊي ڇڏيو
گُلن جو نفيس غاليچو وڇايو
سُڪل هن ڌرتيءَ تي
پوکي ڇڏيو اِندرڌنش
پٿر جو تلڪ ٿو ڀولهي
منهنجو ڀاڳيہ نراڙ.



## 46. من سان سمرپڻ

آڪاش کي
پنهنجين ٻانهن ۾ ڪٺڻ ۾ لڳل
ڇوليون ماريندڙ ساگر
منهنجي پريرڻا مورت آهي
اِها ئي منهنجي جوين جي
شڪتي ۽ ٻلُ آهي.

هي شهنائي بہ وڄائيندو آهي
وڄيہ جو ناد بہ
ڪنهن پربت جي چوٽيءَ جي
اوچائي بہ هي ٻڌائيندو آهي.

ڪنهن بہ ڪناري جي پرواهہ ڪري
اهڙو هي ساگر ناهي
اگر سويڪار ڪرڻ جي شڪتي هجي
تہ...
پنهنجي تريءَ تي
ڏئي ٿو گَجيءَ جا گل
گُلن مان ڇلڪي ٿي
لهرن جي بغيچي جي سُگند
ڦل مان ٽپڪي ٿي
نديءَ جي سمائجڻ جي پيڙا
ساگر ۾ سمايل نديءَ کي
ڪڏهن بہ الڳہ نٿو ڪري سگهجي.



مان پهاڙ وانگر بيهي سگهندو آهيان
۽ سمنڊ وانگر اُڇل کائي بہ سگهندو آهيان
تون مونکي
ڪُتري بہ سگهين ٿو ۽
ڪوٽي بہ سگهين ٿو
پاڻيءَ وانگر
ڪوڙڻ جي لاهيءَ ۾ لاهي بہ سگهين ٿو

هٿ ۾ جهليو
سنونديا جو ڪوڪو
۽ سنبهہ جي هٿوڙي
اُفق جي ديوار
آڪاش جي ڇت...
ماڻهن جي پيڙ
سائي - ڀائي سرشٽي
منهنجي گهر جو آڪار
منهنجي من جو وستار
هيءُ سارو سنسار!



## 47. منتر

شرد رُت جي رات... ريت جو ريگستان
ريتيءَ جو ڪڻ ڪڻ جڻ سوني مٽيءَ جو رج ڪڻ

پل پل جي هيءَ سونهن
ان جو نانو پنهنجو پاڻ
امرتا سان جُڙي ويندو آهي
وهندڙ هن زندگيءَ ۾
هر پل ايندو آهي، ويندو آهي.

وهندڙ پاڻي
ٽمڪندڙ روشني
هوا جي لهر
گُلن جي خوشبوءِ
ٻرندڙ ڏيئو
سيني جو آزمودو آهي،
پر هي جيون جو اچ - وڃ ڪندو رهيو
اُن جو پتو نڪاڻو خبر ناهي
۽ نہ ئي پُڇيو آهي.

ڪلهہ شام زندگي جڻ رُڪجي وڃي ها
ٻَذريل ڪلهہ کي بہ جي سگهجي ٿو
ايندڙ پل ۾ آشا جا ديپ
ٻاري ٿا سگهجن.

اوندهہ بہ روشني کي ڇُمي ٿي سگهي
وهندڙ زندگيءَ جو پل پل رُڪجي ٿو سگهي.

ڪجهہ پلن خاطر زندگيءَ کي ضرور
مليو تہ هوس
ڪجهہ پل جي تہ سگهيس
هلندي هلندي ڪجهہ پل بيهي تہ رهيس
هرهڪ ساهہ ۾ سُڳنڌ آهي
هرهڪ ڳالهہ ۾ پريم آهي
گذريل سنڌيا جي ياد آهي
بيٺل لُڙڪن جي وهڻ جي آشا آهي
سُهيل سپني ۾ نئون صبح آهي
مشين جهڙي زندگيءَ ۾
پاتو... سونهن جو انوکو منترا



## 48. ماتا، مونکي ايشورتا بخش

مان تہ هرديہ جي ڪونيءَ ۾ وينو آهيان ماتا
ماتا، تون مونکي ڇئجانءِ سُکي رهہ، سُکي رهہ.

مونکي ايشوريہ بلُ بخشجانءِ
شرير جي شڪتي بخشجانءِ
مونکي ڏجانءِ تون سچائي
جيئن رکان مان راهہ تي
اِهو ئي هڪ ورت
مونکي تنهنجي چاهت
مونکي تنهنجي راحت
ماتا مونکي بل بخشجانءِ، شرير جي شڪتي بخشجانءِ
مان تہ هرديہ جي ڪونيءَ ۾ وينو آهيان ماتا!

يوڳہ ولاس مون تياڳيو
ويراڳ مون گُهريو
ناهي گُلن ۾ مايا
ناهي سُڳنڌ جي ڇايا
تنهنجي اُن سنگہ ۾، ڪيترا نہ رنگہ
مونکي پنهنجا نئا لڳن،
لڳن ٿا پرا!

مونکي ڏيندي آهين دلاسو، هڪ تون منهنجي ماتا
ماتا، مونکي بل بخشجانءِ، شرير جي شڪتيبخشجانءِ.



منهنجي وات ڪندن سان پريل آهي
تنهنجو پيار تہ آهي اننت
منهنجي پوساڳر ۾ هڪ تنهنجو ئي آهي وجود
منهنجي پوساڳر ۾ هڪ تنهنجي ئي آهي نئيا
ساگر بہ ڪنهن ڏينهن سُڪو پري
۽ نڌهن بہ
مان ڪڏهن نہ ڪجهہ چوان اڙي!
ماتا مونکي بل بخشجانءِ
مونکي شرير جي شڪتي بخشجانءِ.

باغ-بغيچا ڪڏهن سُڪي وڃن
گُل پنهنجو پاڻ مُرجهائجي وڃن
مالهي بہ خود اگر شرمائجي وڃي
تڏهن بہ تون لُڙڪن سان ريح ڏجانءِ
منهنجي اوڱڻ ڏانهن پنهنجون اکيون
پوري ڇڏجانءِ

گُل جو هڪ-هڪ هار اِئين تون پوئجانءِ
تہ اُن مان پرگهٽ ٿئي ايشور جو روپ
ماتا، مونکي بل بخشجانءِ
مونکي شرير جي شڪتي بخشجانءِ.



## 49. مايا

مونکي آ ڪوري ڪاغذ جي مايا
ڪوري ڪاغذ جو ڪليجو تہ ڏسو
ڪيترائي چهرا ٿو لڪائي.
ڪوري ڪاغذ ۾ بادل جا چهرا
۽ ڪڪر وسن تہ اُسري سائو گاهہ
ڪٽي-ڪٽي ڏسڻ ۾ ٿا اچن وڻ ۽ پربت
۽ اکين بڌا
هوا جا سواس.

ڪوبہ ناهي پرائو-بيگانو
مات رهي ڪري بہ اسين رهون اِئين ڇانيل.

پونئرا، پوپٽڙا ۽ جڳمڳہ جگنوُ
بڌن ٿا پنن جي جهوپڙي هڪ
ڪاغذ سِنگهان ٿو تہ اچي ٿي تنهن مان
پهرينءَ برسات جي مهڪ.

مونکي ملي ويئي ملايم ڇايا
مان تہ اَڻڏٺل جي اوديان پرڇائي
مونکي آ ڪوري ڪاغذ جي مايا.

## 50. ملڻ ڏيو ميلي ۾

گرديءَ کي ميلي ۾ بدلي ڇڏڻ
ئي آهي منهنجو جيون ڌرم-
- منهنجو جيون ڪرم

ميلي ۾ ماڻهو ملندو-جُلندو آهي
وقت کي سهڻو بڻائيندو آهي
مان ’حيات‘ کي مڃيندو آهيان
نه-نه پر پلٽي ماريو
ڪا عمارت ڍهندي هجي نه
اُن کي سهارو ڏيندو آهيان.

مانو جي پليان ماڌو آهي
۽ راگهوَ آهي
مون وٽ بنسري آهي
۽ شِوَ ڌنش

ايشور ۽ شيطان جي وچ ۾
مان ئي نه آهيان بس ماڻهو
منش ٿيڻ ئي آهي وڏي ڳالهه

پرٿويءَ ۾ مان سرڳ ڏسان ٿو
اِها ئي منهنجي دؤلت آهي
گرديءَ کي ڇڙوڇڙ ٿيڻ ڏيو
ميلي ۾ ملڻ ڏيو.



## 51. ياترا

ٻري ٻري ماضيءَ ۾ مان وڃي سڳهان ٿو
۽
هڪ-هڪ ڇهري کي سڃاڻي سگهان ٿو
ياد تي ڪو بار وجهڻو نٿو پوي
خود بہ خود سڀ ڏسڻ اچي ٿو وڃي
سڃاڻپ ۾ اچي ٿو وڃي
ڪجهہ بہ لڪجي نٿو
هيءَ تہ صاف، سڌي-سادي
ڳالهہ ايتري ئي آهي، تہ
جن ساڻ سَنو ويو آهي
اُهي ڪڏهن وسرندا ناهن
۽ ساڻ پوڳيل پيڙا
آخر تہ.....
ياترا بڻجي ويندي آ!



## 52. رهسيہ

رات جو
ڪارا برقعا پائي بيٺل
وڻن ڏي مونکي ڏسڻو ناهي.

مونکي تہ ڏسڻو آهي
سج جي روشنيءَ ۾ بيٺل وڻن ڏي
تيز ٻپهريءَ جي تابش سهندي
گلن جيان ٽڙندڙ ۽
پکين سمان مهڪندڙ
مون کي وڻن کي ڏسڻو آهي...

صبح جي وڻن جي خوشي
ٻپهرن جي وڻن جي جوانيءَ جو نشو
۽ سنجها جي وڻن جي سمجهداري
مونکي پنهنجي نس-نس ۾ سنيالڻي آهي.

وڻ : منهنجي آتما جو انش
پرڇائيءَ ۾ سُک-چئن سان سمهندي
تتل ٻپهريءَ جو سواس
منهنجي پرڇائي کي پارائي
تن وڻان پايان پون روپي پرساد
۽ انيڙ ڪريان هلڪي-هلڪي برسات
وڻ : منهنجي وجود جي هم معنيٰ
منهنجو رهسيہ!



## 53. رميش پاريکہ*

هن من روپي پنڇم جي ميلي ۾
اُماس جو ڀينڪر سپنو گهيريل آهي
سپنن جي اُسرڻ کان اڳہ ئي
خزان جو پير هِت پيو آهي.
نتهڻ ٻپهريءَ ۾ رات اُڀجي آ
اکين ۾ اوندهہ پريل آ
رميش بنا منهنجو من
ڏُکہ ۾ اُداس آ
ڪال هاڻ جبرو ٿيو آ، ۽
لُڙڪ ماٺ ۾ وهن ٿا.
رميش جي اکرن کي مان تہ
نکيٽرن جا نالا ڏيان ٿو
امريليءَ کي ياد ڪري
ڪوتا جو هي ڳوٺ ڏيان ٿو
هاڻ اسان ڪنهن کي پڏايون
تہ هت ڪهڙو ويرانو وسيو آ؟
مونکي بنا اکہ جي چشمي ۾
رميش جهڙو ڏسڻ ۾ اچي ٿو
اکرن جو آڌار وٺي
پهچڻو آهي ڪوتا وٽ
رميش جي تصوير کي اسان
فريم ۾ وري مڙهيو آهي.

*رميش پاريکہ گجراتيءَ جو هڪ اُتم ساهتيڪار هو. هوَ امريليءَ جو رهاڪو هو.

## 54. مُراد کي پائڻ

مقصد پائڻ لاءِ
پاڻ کي وساري
ٻڪندو، ٻڪندو
۽ ڪڏهن
ٻ ٻمڻائيندو به...
رت سان ريجايل
دڳ تي قدم وڌائيندو
۽
ٻاڙهو ڇتو
پيرن جو نشان ڏسي
لُڙڪن ملبل مُرڪ پکيڙيندي
پهرين وڃڻ وارن جي
رتوڇاڻ شئيا مٿان
بدلجندڙ سچ جا ڪرڻا

سچ جو تيج
منهنجي مُرڪ کي
اُن جي لاليءَ کي، ڦڪو ڪندي-
۽ تڏهن منهنجو
’مان‘ لُپت ٿي ويندو آ
مقصد ويجهو لڳندو آ
رفتار تيز ٿيندي آ.



## 55. وندي ماترم

وندي ماترم
- هي گيت ناهي
هيءُ پنهنجي آن-بان ۽ شان آهي
آزاديءَ جي مهايڳيہ جي آهوُتي آ هيءُ
راشٽر يڳتيءَ جو سوترڌار هيءُ
گڻتنتر جي هرديہ تنتر جو مهامنتر آ هيءُ
وڪاس جي لٻاتار ڌڙڪندڙ
جُهڪي نہ اهڙي بيمثال سجاڳپ رهي
هيءُ اَسانجي.....

1857 جو پرڪاش پُنج هيءُ
سچ جي لاءِ
رت جو راچ تلڪ سدائين.....

وندي ماترم.....
- هي شبد ناهن
هي منتر آهي اسان جو
سوتنترتا سنگرام جي شڪتيءَ جو وسيلو پنهنجو
وڪاس جو هي راچ مارگہ آ
راشٽر جيون جي سنڪلپ جو
مهامارگہ آ
پرجا جي جيون جي
هر صبح جي
سڄاڳہ چيتنا جو سُر آ هيءُ
وندي ماترم.....



## 56. وشم ۽ وچتر

چنڊ نکري
۽ درياهہ اُڇل نہ کائي
سج اُڀري
۽ سورج مُکي نہ ڇهڪي
ندي خود
سمنڊ کي ملڻ کان اِنڪار ڪري
گُل ٽڙن
۽ ڀونئرا گونج ڪرڻ ڇڏي ڏين
گهنڊ وڃي
۽ ديواليہ نہ ٽُلي
ڏيئو ٻري
۽ مندر نہ جڳمڳائي
پريم ايترو وشم ۽
وچتر ٿي سگهي ٿو ڇا؟



## 57. وسميہڪاري صبح

شڪست جي رات ٻُڏي وئي آ
وڄيہ جو صبح آيو آ
اڄ پرڀات جو آنند وٺو
پنهنجو سُڀاڻ بہ روشن ٿيندو
اوندهہ جي خوفناڪ يت ٽُٽي پيئي.

آئي اڄ سورويرتا جي پرڀات
هاڻ سڀ وٺو قسمن جي واٽ
پنهنجو رٽويہ، رٽڌير رت
ڪريو خود ۾ سرو کي محسوس
ڦُلائي چڙهيو سڀ سوارت
گُل ۽ سُڳنڌ آهي آنندمئي
آئي اڄ سورويرتا جي پرڀات.

هيمگر گذريل ويل جي ڪٿا نہ
نہ ئي شوڪ جو ڪو ڏکہ
آنڌي-طوفان دور هلي ويا،
۽ آڪاش جو وشال وستار
ڪنٽڪ سنڪٽ سڀ دور ٿيا
گُلن جي وڇايل سيڄا
آئي اَڄ سورويرتا جي پرڀات.

اُمنگ چلڪن ڌرتي گگن ۾
سُڳنڌ سپنن جي روم-روم ۾
رام پروسي رکو هرديہ کي
نہ آ ڪو اَسنتوش
آئي اَڄ سورويرتا جي پرڀات.

## 58. پيڙا کي وَهڻ ڏي

پيڙا کي وَهڻ ڏي
لُڙڪن کي ڪرڻ ڏي
ڇُشپ ڪري تہ ڪرڻ ڏجانءِ
ڏوڙ ۾ اُن کي ٽڙڪڻ ڏجانءِ.

سپنا ڀُسي ويا آهن
بنا سبب ڀڄي ويا آهن
اکہ جي اڱڻ ۾ وينل لُڙڪ کي
چاتڪ وانگر نهارڻ ڏجانءِ
پيڙا کي وهڻ ڏجانءِ
لُڙڪن کي ڪرڻ ڏجانءِ.

پل جي ڇلڪندي ئي، اُميد مُرڪي
اڻڄاڻ ڪا پريم لهر هرديہ ۾ ڇلڪي
منهنجي اکين جي سروور ۾
هنسن کي ترڻ ڏجانءِ
پيڙا کي وهڻ ڏجانءِ
لُڙڪن کي ڪرڻ ڏجانءِ.

سُکہ دُکہ جي انيوٽي تہ آ
هڪ-ٻن پلن جي مايا
مان تہ بس پائيندو آهيان
طوفاني بادلن جي ڇايا
گهاٽن بادلن کي ساڄن
تون خوب ورسڻ ڏجانءِ
پيڙا کي وهڻ ڏجانءِ
لُڙڪن کي ڪرڻ ڏجانءِ.

## 59. شبد

منهنجا شبد تلوار آهن
وهندڙ شبد آهن مٽر ڏوني ڪندڙ پاڻي
هڪ ٻئي جي لاءِ پرسپر پوُرڪ تلوار-نديءَ جي واٽي.

هڪ ٻئي جي لاءِ پرسپر
وري بہ الڳ آهہ ڪافلو
پنهنجي لاءِ ڪٽي ڪلپيان ٿو
هيءَ تہ آهي اننت تار
ڪٿا-ڪٿن جو راجا مان آهيان
تون آهين ڏند ڪٿا جي راڻي.

هڪ نديءَ ۽ ٻہ ڪنارا
هڪ تنهنجو هڪ منهنجو
ڪال سدائين هلندو رهي ٿو
ڄڻ هجي وڻجارو
ڪٿا-ويٿا کي ڄاڻو پوءِ بہ
رهي سدا اڻڄاتل!




## 60. سناتن مؤسم

روز روز هيءَ سيال، ماڻهن جو ميڙ
گهيريندڙ تصويرڪارن جو سموهہ
اکين کي چُنجو ڪندڙ تيز اُجالو
آواز کي وڌائيندڙ هي مائيڪ
انهن سڀني جي عادت نہ پئي آ
اِها پريوءَ جي مهرباني آ.

هاڻ تہ مونکي اچرج لڳندو آهي
تہ ڪٿان ٿو نڪري هي شبدن جو جهرڻو
ڪڏهن انياءَ جي سامهون
منهنجي آواز جي اکہ مٽي ٿيندي آ
تہ ڪڏهن شبدن جي شانت ندي
شانتيءَ سان وهندي آ
ڪڏهن وهندو آ شبدن جو بسنتي شان
شبد پنهنجو پاڻ ارٿن جا چولا پائيندا آهن
شبدن جو ڪافلو هلندو رهندو آهي
۽ مان ڏسندو رهندو آهيان اُن جي گتي.

ايترن سارن اکرن جي وچ ۾
مان بچايان ٿو پنهنجي ايڪانت
۽ مائٽ جي گرڀ ۾ گهڙي ڪري
وٺندو آهيان آنند ڪنهن سناتن مؤسم جو.

## 61. سپنن جا ٻج

مان پٿر کي پٿر ئي چوندو آهيان
۽ جل کي جل
مان تمام گهڻو عملي ماڻهو آهيان
آڪاش کي ڏسندو آهيان
۽ انڊلٺ تي موهت ٿيندو آهيان
پر پنهنجو گهر
انڊلٺ تي ناهيندو ناهيان مان
انڊلٺ جي رنگہ جا سپنا آهن مون وٽ
اُهي سپنا رومانٽڪ ناهن
پر جيون ۾ جي تپسيا جا آهن.

توهان وٽ سپنا هجن يا نہ هجن
پر سپنن جا ٻج مان
پنهنجي ڌرتيءَ تي پوکيندو آهيان
۽ اِنتظار ڪندو آهيان، پڳهر وهائي
تہ سي پوٽو ڪڏن ۽ تن مان اُهو وڻ نهي
پوءِ ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي ٻانهن وانگر
اُن جون ٽاريون ڦهلجن
پکي اُن تي آکيرا ناهين
۽ آڪاش کي ڇُهڻ لڳن
اُنهن جي ڪنڌ مان نديءَ جي ڪل-ڪل جي
ڌوَنيءَ وانگر
ايشور جي گيتن جا
سُر لهرائين!

## 62. تال ميل

رات جي گرڀ مان نڪتل ڏينهن کي چوندو آهيان
”اچ، مون وٽ ويهه.“
تنهنجي لاءِ سموري پريم سان ڇلڪندو آهيان مان
۽ تنهنجي جنم سان ئي من ئي من ۾ خوش آهيان
مونکي گيان نه آهي
ته ٻنهي مان ڪير ڪنهن کي پالي رهيو آهي
پر ايتري سمجهه ضرور آهي
ته اسين ٻئي پاڻ ۾ هڪ آهيون.

ڪنڊن جي پرواهه ڪرڻ کان سواءِ
گل سمان ٽڙيل
۽ خوشبودار ٿيندا آهيون اسين
ڏينهن جي ٽاريءَ تي فقط گُل ئي نه ٽڙندا آهن
پکين جا آواز به سُرهاڻ ڀريل هوندا آهن
آوازن جو آڪارُ نه هوندو آ،
سُڳنڌ وانگر
پر تن جي نراڪار گتي هوندي آ
حالت ۽ گتيءَ جو تال ميل
اُها ئي منهنجي ساڌنا آهي
اچ،
اسين ٻئي
هن ساڌنا جي وردان سان
جيترو جي سگهون
اوترو جي ڀري جيئون!



## 63. ملاح

درياهه دلي
زندهه دلي
لهرون آهن
اسان جي زندگيءَ جون.

تارا منڊل
چندر ڪلا
آڪاشي گروجن
اسانجا رهنما-رهبر آهن.

سمنڊ ۾ وجهي ڏار
ديش جي ورهاڱي جي
ڪٿي آ خبر
آڪاشي گروجنن کي
ديوار بنا درياهه ۾
ڇا هندستان، ڇا پاڪستان
سرحد پار ڪرڻ جي
هيءَ ته روزمره جي سزا آهي.
ڪو اچي نه اچي
ڪو ڇڏائي نه ڇڏائي
پر.....
دل ۾ ته ديش ڀڳتيءَ جي جوالا آهي
سمنڊ ۾ ٻرندڙ
باهه وانگر!



## 64. سنڪلپ

ڪڏهن ڪڏهن اُڀرندو آهي
باهه جيان هيءُ سورج
ڪوسي ڏينهن جيان
ٿورو سڙندو ته آهيان!

باهه اوڳاريندي چمڪاٽ ۾
شيتل زمين جي ڳولها
ڪرڻن جي تير کي ڇڪي
ڇايا - پرڇائيءَ جي
ڀوُل ڀُليئيا کي چيريندي
وڪلپن جي ڪافلن ۾
ڪلپنا کان پري جا سنڪلپ پائيندو آهيان.

سمجهڻ جو سوجهرو
سنڪلپ جي طاقت
سنڪلپ جي گرمي
سنڪلپ جو ساٿ
لهندڙ شام
پرهه ڦُٽيءَ جي ڊوڙ
اڄ ته آهي
ڏنوان جو جلوو ۽ ڏنوان جي شوڀا
اوتار سوارٿ کانسواءِ نه هوندو آ
۽ لاچاري منهنجي خون ۾ ناهي!



## 65. ياد

ڦڪي هلڪي ياد جو ڏيئو
نڪتو اوندهه کي پيئڻ
اوندهه به اهڙي گُنگهور
جو ڳڀسي نه وڃي.

جيئن وڻ تان هي پن ڪريا
تيئن اُن جي ياد ڦڪي ٿيندي ٿي وڃي
ياد جي ڦڪي هئڻ جو مطلب ڇا؟
ياد کي ڀرڻ جو مطلب ڇا؟
ياد جو دماغ ڪيترو هوندو؟
ياد جي ريگستان ۾ سمنڊ اُڇل کائي
ياد ويساکه جهڙي ڀڀهري
ياد کي نَنهن ناهن پر پنجا آهن
ياد جا ڏيئا وسائي ڇڏيو
ياد جا پر ڪٽي ڇڏيو، پر...
ياد کي ته ڀڃائڻ سان به نٽي ٿري
ياد جي ڦوڙي ڇڏيو اڪ، جپ کي ڪٽي ڇڏيو
پر... هنن ڇپن کي نٽو سُبي سگهجي
ياد اوندهه ۾ پتڪي ٿي
ڀرجي اچي ٿو منهنجو گلو ياد سان
ها! ياد سان ئي جيون ڪيهه جيان پڇڇندو آهي

ياد جا انيڪ روپ ۽ رنگ
ياد آهي ڇانو، ياد آهي اُس
ياد جي هلڻ جو آواز ناهي
ياد جو ڪوبہ منگلميہ موقعو ناهي
ياد لاءِ ڪو سڄ اُڀرڻ ڇا؟
سڄ لهڻ ڇا؟

ياد جو ڪهڙو موٽ
ياد کي شرڻ ڪهڙي
ياد جو ناهي ڪوئي ڍانچو
ياد جو ناهي ڪو جهوپڙو

ياد وهندڙ جهرڻو آهي
ياد سان ئي جيون ترندو آهي!



## 66. هندوُ-هندوُ منتر

جتي ڪٿي ۽ هتي هميشہ هندوُ-هندوُ
هڪ منتر
سندوُ-سندوُ هڪ منتر
هي منتر آهي موتيءَ جهڙو
انڌڪار ۾ جيوتيءَ جهڙو
اسين اُجالو پکيڙيندا اسين
جڳ ۾ اُجالو ڦهلائيندا اسين.
اوُڇ-نيچ جي ڀيد کي ٽاري
پنهنجي شرير کي ٻاري
سماج روپي پُرش کي ڏيئي مُرڪ
ڏيئي پُرشارٿ جو گيت
من ۾ مندر رچيندا اسين
اسين اُجالو ڦهلائيندا اسين.
ڪوئي شترو ناهي : سڀ آهن متر
هجي اسان جو اهڙو چريتر
ٽاري مطالف سنواد کي
نئون سنواد رچيندا اسين
اسين اُجالو ڦهلائيندا اسين.
ان، وستر، سنسڪار سويڌا هتي
ٿيندي سهج پراپت
سائي ٿيندي ڌرتي هتي
۽ هوندو تارن سان ڀريل ڪو
آڪاش.
ايڪتا، سمتا ۽ ممتا کي
اسين اُدم سان سنڀاليندا اسين
اسين اُجالو ڦهلائيندا اسين.



## 67. يارهين دِشا

نرييہ چت
ليہ سان ڀريل گيت
پراڻ سان جڙيل تندرست پريت
سپنن ڀريل مُرڪ
سُگنڌ ڀريل هوا
اکنڊت جل
خوشبوءِ ڀريل آڪاش
پل-پل پويتر اگنيءَ سان ڪندو پاوَن
پرٿوي سنيهہ ڀريل سُگنڌت
پرميشور منهنجو ميت
مان ڏسندو رهندو آهيان، هر روز.

ناهہ انادي، ناهہ انيت
فقط اڄ جي پل سان چٽيل
نہ ئي ڪا رسم، نہ ئي ڪا ريت
نشبد موَن ٿئي خوش دل
ڏهن ئي ڏِسائن جي ڳڻ پار
يارهين ڏِسا ۾ وڃي سنگيت...



**मुंहिंजे देश खे जेको प्रेम करे**
**सो मुंहिंजो परमात्मा**

منهنجي ديش کي جيڪو پريم ڪري
سو منهنجو پرماتما